# انقلاب جو فلسفو



جمال عبد الناصر

سرمد سيد

# انقلاب
# جو
# فلسفو

جمال ناصر

سرمد سيد

روشني پبليڪيشن

سڏاءُ

مهاڳ — عبدالواحد آريسر

مقدمو — جمال عبدالناصر

# مهاڳ

سٺ وارو ڏهاڪو عالمي سياست ۾ نهرو، ٽيٽو، سوئيڪارنو، نڪروما جي اوج ۽ عروج جو ڏهاڪو هو. عالمي سياست جي افق تي سوئيڪارنو جي آتش فشان خطابت، ٽيٽو جي سامراج دشمني ۽ نهرو جي دانشورانا ۽ فلسفيانا ڍنگ واري عالمي مفاهمت

پسندي چانيل هئي پر اڄ گهاگهه سامراجي ملڪ ۽ سياستدان
پنهنجو آب تاب، ڦڏڪاٽ، رونق ۽ رعب ٽوڙيءَ سان
وڃائي رهيا هئا. محڪوم ۽ مظلوم قومون ۽ عوام
بيلڪي ڪنڌرن سان نئين نڪور سوچ ۽ فڪر سان
نڪري، بيلڪيت شاهي جا رهيل آثار مٽائي رهيا هئا.
آفريڪي عوام جو موڪيمانا، لممبا، بن بالله جي
اڳواڻي ۾ يورپي سامراجي رنڍي جي جسم تي
ٽڪون اڇلائي سامراجي ڪتي کي ايترو ته زخمي
ڪري چڪا هئا جو اهي پنهنجا ڦٽ چٽي ۾ پورو
هو. لاطيني آمريڪا ۾ عام طرح سڀني ملڪن ۽ خاص طرح
ڪيوبا ۾ انوکي قسم جا گوريلا، آمريڪي سامراجيت
سان زندگي ۽ موت جي راند کيڏي رهيا هئا. هند چيني ۽
۾ ويٽنام جو بهادر ۽ نظرياتي طرح ان دور جو سڀ
کان وڌيڪ روشن ذهن ۽ باشعور عوام ديئن بن فو
جهڙن معرڪن ۾ پنهنجي ساک ۽ سوڀ مڃائي چڪو
هو. ان دؤر ۾ وچ اوڀر ۾ تيل جي دولت نڪري
آئي هئي. جنهن عالمي سياست جي رخ کي
نئون طريقا ۽ ڍنگ اختيار ڪرڻ لاءِ موقعا ۽
وجهه موجود ڪري ڏنا هئا، وچ اوڀر ۾ ٽي ڌري سرد
جنگ شروع ٿي چڪي هئي. هڪ طرف ڍهندڙ سامراج

برطانيه هو، جنهن وچ اوڀر جي تيل جي پنهنجي هڪ هٽي برقرار رکڻ ٿي چاهي، ۽ ان لاءِ هن عرب شيخن تي واجهه وجهڻ شروع ڪيا هئا. ٻئي طرف ايرنـدڙ آمريڪي سامراج تيل جي اها هڪ ـ هٽي سازشين ۽ سي-آء-اي جي ڪڇهين ڪاروائن وسيلي پنهنجي هٿ وس ڪرڻ ٿي گهري. ٽئين طرف ٻـي جنگ عظيم جـي تباهه ڪارين مان نئين ولولي ۽ جذبي سان عالمي طاقت طور ايرندڙ دنيا جو واحد سوشلسٽ ملڪ روس هو، جنهن کي برلن جي فتح ۽ ماسڪو جي شاندار سوڀ، ٻي جنگ عظيم ۾ جمهوريت ۽ انساني ڀائيچاري لاءِ وڙهندڙ ۽ جنگ جي حقيقي فاتح طور مظلوم ۽ محڪوم عوام ڄاتو، سڃاتو ۽ سندس شاندار خير مقدم ڪيو. اهو ملڪ نه رڳو طاقت، سياسي سرت ۽ سياڻپ ۾ عالمي قوت هو پر هو بهترين نظرئي سان پڻ هٿيار بند هو. جڏهن ته برطانوي سامراجي قوت پرندڙ ۽ جهرندڙ هئي، پر پوءِ به ان کي وچ اوڀر ۾ بادشاهن، شيخن ۽ سردارن جي روپ ۾ مضبوط ايجنٽن جي پٺڀرائي حاصل هئي. ايرندڙ سامراج آمريڪا لاءِ اسرائيل، سي. آء. اي جون سازشون، شراب ۽ شباب جا شوقين عرب شهزادا، بهترين فوجي طاقت ۽ ڊالـر جي وڌندڙ ساک سهارو

هئا. پوءِ به آمريڪي سامراج تجربي ۽ تاريخ ۾ برطانيه
جو همعصر نه هو. سوويت يونين لاءِ وچ اوڀر ۾ اهڙيون
ڪي به سهولتون نه هيون، هن جو اتحادي صرف وچ
اوڀر جو عوام ٿي سگهيو ٿي. پر اهو عوام به ڪنهن
واضح ۽ چٽي نظرياتي واٽ نه هٿ ڪري پنهنجي
شڪن، وهمن ۽ سياسي سوچ جي ڪچاين سبب پنهنجن
دوستن ۽ دشمنن کي سڃاڻي نه ٿي سگهيو. وچ اوڀر
جون ڪميونسٽ پارٽيون ڇڙوڇڙ ۽ پنهنجن ئي تضادن
جو شڪار هيون. اهي وچ اوڀر جي عوام جي خواهشن
۽ امنگن کي سڃاڻڻ ۾ بلڪل اهڙيءَ ريت ناڪام
ويون هيون جيئن ڪيوبا جي ڪميونسٽ پارٽي، رڳو
ڪتابي اصولن ۽ اصطلاحن جي جهيڙن ۾ ڦاٿي ۽
منجهي پئي هئي. انهن ڪميونسٽ پارٽين جو ڪم
رڳو پمفليٽ بازي، سرڪاري پاليسين ۽ سياسي پارٽين
تي تنقيد وجهي رهيو هو.

هوڏانهن برطانوي سامراج جي ڏيهه نيڪالي، ايرندڙ
آمريڪي سامراج جيڪو وچ اوڀر ۾ ٻوڏ جي پاڻيءَ
وانگر ڌوڪيندو ٿي آيو، ان جي راهه ۾ بند ٻڌڻ،
ٻنهي قوتن جي مقامي ايجنٽن، جاگيردارن ۽ بادشاهن
جو خاتمو، فلسطيني عوام کي بي عزتيءَ واري نموني

واريءَ رهڻيءَ ڪهڻيءَ کي مٽائي مانائتي جدوجهد
جو ڏک ونائڻ، اسرائيل جي باري ۾ چٽي نظرياتي
وات جو ڏس، قومي آزاديءَ جي تحريڪن جي ڀرپور
حمايت ۽ وچ اوڀر ۾ سامراج دشمن جمهوري جدوجهد
کي تيز ڪرڻ — اهي هئا مکيه مسئلا، جيڪي وچ اوڀر
جي عوام آڏو ڪر کنيو بيٺا هئا. ان وقت وچ اوڀر
۾ موجود سياسي ۽ فوجي قوتون اهي مسئلا حل ڪرڻ
۾ ناڪام ٿي چڪيون هيون، ۽ عرب عوام جي جدوجهد،
جذبو ۽ جوش، ڪنهن اهڙي قيادت لاءِ واجهائي رهيو
هو، جيڪا سندن دلين جي ڌڙڪن جي رفتار جو ساٿ
ڏيئي سگهي. سندن سوچن جي موتين کي مالها جي
صورت وٺرائي. سندن هٿن مان تسبيحون ڇڏائي بندوق
ڏئي ۽ وڏي ڳالهه ته کين صدين جو وڃايل وقار، مان،
گيت، سنگيت، خطابت ۽ زندگيءَ سان ڀرپور شاعري
موٽائي ڏئي، جنهن ۾ نيل ۽ دجلا جي ڪنوارين جا
ٽهڪ هجن ۽ ڊيلٽا جي گوگڙن جي خوشبوءِ هجي.
اها قيادت اهڙي هجي، جيڪا عالمي سطح تي عربن
جي سياست کي مڃائي، عربن جي امنگن ۽ جذبن کي
سڃاڻي، عرب عوام جي قوت ۽ سياست کي سڃاڻي
۽ عالمي سياست جو لاڳاپو وچ اوڀر جي عوامي سياست

سان قائم ڪرائي. نه ته ان وقت جي سامراجي قوتن جي آفيسرن، صرف جاسوسن ۽ ڪامورن کي سڃاتو ٿي، سياستدانن، شيخن ۽ بادشاهن کي ڄاتو ٿي ۽ سولجرن، سپاهين صرف عرب رنڌين جي مجان کي ٿي پرکيو ۽ پروڙيو ٿي. ان ڪرپ جوڳي حالت جي خلاف عرب عوام جي دلين ۾ سوين ڳالهيون پلجي رهيون هيون ۽ وڌي وڻ ٿي رهيون هيون.

اهو هو دؤر ۽ اها هئي عالمي ۽ وچ اوڀر جي مقامي حالت. جڏهن مصري فوج جو هڪ گمنام، نوجوان، ڊگهي قد، مرڪندڙ چهري، ڪسرتي جسم، بيداغ رنگ، روشن اکين ۽ وڪري مڇن وارو ڪرنل، تمام آهستگي، ڌيرج ۽ خاموشي سان وچ اوڀر جي سياست ۾ داخل ٿيو، هن جي ذهن ۾ ڇا هو؟ هن ڪهڙي رٿابندي ڪئي هئي. هن 'فالوجا' جي گهيري ۾ رهي، وچ اوڀر لاءِ ڪهڙا سونهن ۽ سندرتا ڀريا سپنا ڏٺا هئا. فلسطيني عوام جي پناهگيرن واري ذلالت ڀري جيوت ڏسي هن جي من ۾ نفرت جا ڪهڙا ڪهڙا ڀنڀٽ ٻريا هئا، ان سموري واردات جي ڪنهن کي به خبر ڪانه هئي. نه وچ اوڀر جي عوام کي، نه عالمي سياسي مدبرن کي، نه سامراجي قوتن کي ۽ نه وري سوشلسٽ

ملڪن کي، جيڪي ڦوٽون اڳتي هلي سنڌس سياست
سان واڳجي ويون يا جيڪي، سنڌس سياست جو شڪار
ٿيون، سي سڀ سنڌس پس منظر کان اڻ واقف هيون،
ڇو ته هن کي سياسي جدوجهد جو ڀرپور پس منظر
هٿوٺي ڪونه، نه وري ڪو هو جنگي هيرو هو. هو
هڪ مصري فوج جو ڪرنل هو ۽ پس نئين هوندي
جو باغي، ضدي هٺيلو، مٿين طبقن جو ڌڪاريل، نجي
زندگي ۾ ڇرپائپ جي حد تائين سادو. عوام سان
مخاطب ٿيڻ وقت انقلابي، گهر ۾ بدو، سياسي ڳالهين
وقت عالمي مدبر ۽ لکڻ وقت فلاسافر، سماجي سوشلسٽ
اعتقادي مسلمان، تهذيبي طرح فرعونن جو وارث مصري،
سياسي طرح پڪو عرب قوم پرست ۽ ان قوم پرستيءَ
جي سوال تي سڀني کان سٺي دوست، ساٿي ۽ اتحاديءَ
سان اٽڪي پوندڙ- وچ اوڀر جي صدين جي ڦٿڪيل ۽
ڇچريل روح جو پڙاڏو، عرب عوام جي امنگن، خواهشن،
خوشحال آئينده اڏڻ وارن ادمن جو ڀرپور ۽ مڪمل
اظهار، پر اهي سڀ پوء جون ڳالهيون آهن، منهنجي ۾
هن جي انقلاب کي عالمي سطح تي، سامراج دشمنن،
قومي آزاديءَ جي تحريڪن، سوشلسٽ ملڪن، جمهوريت
پسندن ۽ خود عرب عوام طرفان گهربل جذبي سان

موت نه ملي هئي. چيو ويو آهي ته هو وچ اوڀر
۾ چوڏهين جي چنڊ وانگر اڀريو ۽ طوفان بڻجي
ويو. اهو صحيح آهي پر شهاب ثاقب ٿيڻ ۽ طوفان
بڻجڻ تائين هن کي ڏاڍو سفر ڪرڻو پيو. ڪيئي گهاٽ
کاٽا، ڪيترا وار سهڻا پيا ۽ رت ۽ باهه جا ڪيترائي
سمنڊ اڪيلي سر جهاڳڻا پيس، تڏهن وڃي چمن ۾ رنگ
۽ نور پيدا ٿيو ۽ گلشن جو ڪاروبار هلڻ لڳو.

هن اقتدار سنڀالڻ شرط عرب سماج ۽ مصري
عوام جو ڳوڙهو مطالعو شروع ڪيو. ان مطالعي هلندي
هن تي اچرج ۾ وجهڻ جهڙيون حقيقتون کلنديون ويون.
عرب عوام ۾ ذهني، نفسياتي ۽ سماجي طرح ڪيترائي
تضاد، دشمنيون، جهيڙا، معاشي ننڍ وڏايون، قبائلي
دشمنيون، سرحدي ڇڪتاڻ، بادشاهن جون حماقتون،
سامراجي سازشون ۽ غلبا، عوام ۾ سستي ۽ بي پرواهي
انفرادي غرضمنديون هيون. هن جي سامهون وڏو ڪم
هو. جبل جهاڳڻا هئس. نه رڳو هڪ سماج کي ختم
ڪرڻو هو، پر هڪ پوري تاريخي دؤر جو باب بند
ڪري، اينڌڙ تاريخ ٺاهڻي هئي. هن سامهون بادشاهه هئا،
جيڪي وچ اوڀر ۾ سامراجي موجودگيءَ جي ضمانت
هئا. هن جي سامهون لٽيل، ڦريل بکيا، بيروزگار ۽

اڳواڻ عرب هئا، مصري هئا، عراقي هئا ۽ يمني هئا. بي دل، بي گهر، ڪشتو هئن ۾ ڪنيل فلسطيني هئا. رت هاڻا الجزائري هئا. وهم پرستن، سامراج جي نظرياتي محافظن ۽ عوام کي جنون ۾ مبتلا ڪندڙ ڪٽرملن جي پوري فوج هئي. ان سڀني جي موجودگيءَ ۾ هن کي پنهنجي سياسي ۽ نظرياتي وات ڏاهڻي هئي! ۽ اها وات هڪ دور جي حڪمت عمليءَ طور اختيار ڪرڻي هئي. جنهن وات رستي اهو وڏ کان وڏ ڪاميابيون حاصل ڪري سگهي. هن وٽ پئسو نه هو. طاقتور پارٽي ڪانه هئي، منظم سگهاري فوج نه هئي. هٿيار نه هئا. سياسي پس منظر نه هوس. ان سڀ ڪجهه نه هوندي به هن جي سوچ هئي ته جيڪي ڪجهه آئون ڪرڻ چاهيان ٿو، ان لاءِ مون کي سڀ کان وڏي طاقت جي ضرورت آهي ۽ اها طاقت عوام آهي. مون کي هر حالت ۾ عوام جي طاقت جي آڌار تي اڳتي وڌڻو آهي. آمريڪا، برطانيه، اسرائيل ۽ عرب بادشاهه جيڪا شيءِ پئسي، هٿيارن، فوج ۽ سازشن وسيلي ڪامياب ويا آهن. اها عرب عوام جي سياست ۽ معيشت آهي ۽ مون کي انهن سڀني قوتن کي شڪست ڏيئي، عرب سياست ۽ معيشت عرب عوام جي حوالي ڪرڻ لاءِ عرب عوام

جي طاقت تي نه رڳو پاڙڻو آهي پر ان طاقت کي
منظم، متحرڪ ۽ سرگرم ڪرڻو آهي. ان قوت کي
متحرڪ ۽ سرگرم ڪرڻ لاءِ هن جي سامهون ٽي واٽون
هيون: (١) مذهبي واٽ، (٢) ڪميونسٽ طريقهء ڪار
۽ (٣) عرب قوم پرستي. هن جي خيال ۾ مذهبي واٽ
اختيار ڪرڻ سان وڏن نقصانن جو انديشو آهي. عربن
۾ يهودي ۽ عيسائي به آهن، نه مسلمانن ۾ شيعا ۽
سني به آهن. انهن کي ڪهڙيءَ ريت مذهبي سياست
وسيلي گڏ هلائي سگهجي ٿو. هن وقت مذهبي واٽ
وٺڻ جي معنيٰ ٿيندي عرب عوام جي سگهه کي ڇيهون
ڇيهون ڪرڻ ۽ ان سگهه جو انتشار سامراج ۽ بادشاهن
جي سڀ کان وڏي خدمت آهي، ان ڪري ان واٽ
وٺڻ جو سوال ئي نه آهي. جيتوڻيڪ هو مسلمان هو،
پر مذهب کي سياست لاءِ نه رڳو قاتل زهر سمجهندو
هو پر ان طريقي کي سڀ کان وڏي عوام دشمن چال
سمجهندو هو. هن جي سامهون ٻي واٽ ڪميونسٽ
طريقهء ڪار جي هئي. هو جيتوڻيڪ ڪميونسٽ دشمن
نه هو، پر هن، عالمي ڇڪتاڻ واري ماحول، سوشلسٽ
بلاڪ کي آزمائش کان سواءِ، وچ اوڀر جي معروضي حالتن،
طاقت جي طبقاتي توازن، موجود سياسي شعور جي

ڪاٽي ڪرڻ ۾ عرب ملڪن ۾ موجود ڪميونسٽ پارٽين جي حالتن کي جاچڻ کان پوءِ اهو رستو اختيار ڪرڻ مناسب نه سمجهيو. ٻي ڳالهه ته مصري عرب عوام کي متحرڪ ۽ سرگرم ڪرڻ لاءِ هن ڪميونسٽ واٽ کي بنيادي محرڪ جذبو ۽ اتساهه ڏياريندڙ ولولو نه ٿي سمجهيو. ان ڪري هن قوم پرستي واري واٽ ورتي، جيڪا ٿي هن اڳيان صحيح واٽ هئي. قوم پرستيءَ کي ڪهڙي اهميت ڏيندو هو، ان سلسلي ۾ هن جي "خروشچيف" ۽ "بن بيلا" سان ٿيل ڳالهه ٻولهه چڱي روشني وجهي ٿي. هيڪل لکي ٿو: "ٻئي ڏينهن تي اسان جو پروگرام هو ته هڪڙو ڏينهن آرام ڪجي، ڇاڪاڻ ته خروشچيف کي گرمي پئي ٿي. ان ڏينهن ڳاڙهي سمنڊ طرف جهاز ۾ وياسين، ڇاڪاڻ ته خروشچيف ڳاڙهي سمنڊ ۾ مڇي مارڻ پئي گهري، انهن لاءِ ٻيڙيون تيار ڪيون پئي ويون ته ان کان اڳ عارف عرشي خروشچيف سان ڳالهائڻ شروع ڪيو ۽ ٻڌايائين ته سوويت لاءِ ڪيس ڪيتري نه عزت آهي. خروشچيف يڪدم وراڻيو، "جيڪي ماڻهو ڪميونسٽن کي ڦاسيون ڏيارين ٿا، اسان انهن جا دوست نه ٿا ٿي سگهون." عارف جو وات ڦاٽي ويو ۽ ناصر کي به حيرت ٿي.

هنن ڪجهه به نه ڳالهايو پر ٻن ٻيلا خروشچيف ڏانهن مڙيو ۽ عرب قوم پرستيءَ جو بچاءُ ڪندي، ڪيس ٻڌايائين ته هو ان کي (ڪميونسٽ وات کي) عرب اتحاد ۽ عربن واسطي ڪا ڳالهه نه ٿو سمجهي. هن پنهنجا دليل اينستائين جاري رکيا، جيستائين خروشچيف، "مان اها ڳالهه ضرور قبول ڪندس ته مان توکي نه سمجهيو آهي. چاڪاڻ ته اتحاد رڳو هڪڙو ٿيندو آهي ۽ اهو آهي پورهيت طبقي جو اتحاد." ناصر اتي شامل ٿيو ۽ چيائين، "ميزبان جي حيثيت ۾ مون ان بحث ۾ شامل ٿيڻ نه پئي گهريو، پر هاڻي مان ضرور شامل ٿيندس. توهان چئو ٿا ته اتحاد رڳو پورهيت طبقي جو ٿيندو آهي. پوءِ سوئيٽ يونين ۽ چين جي جهيڙي لاءِ توهان ڇا چوندؤ، جتي پورهيت طبقي جي حڪمراني آهي. مسٽر چيئرمين توهان کي ياد هوندو ته عالمي لڙائيءَ متعلق اوهان سوئيٽ يونين پاران ان کي حب الوطنيءَ جي جنگ سڏيو ٿا، ڇو؟ توهان ائين ڇو نه چيو ته اها عظيم نظرياتي جنگ آهي. اها قوم پرستي هئي جيڪا هٽلر جي للڪار کي منهن ڏيڻ لاءِ تيار ٿي بيٺي. توهان مون کي ٻڌايو ته، روس تي نازي حملي اسٽالن کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو هو ۽ هن پولٽ بيورو جي

ڳنڍجائيءَ کي ٻڌايو: ”ساٿيو! جنهن رياست جي اڏاوت لينن ڪئي، اها ڦاٽائيءَ تي بيٺي آهي! مان سمجهان ٿو ته اها پارٽيءَ جي شڪست هئي. پر روسي قوم انهي بيٺي ۽ جنگ کي حب الوطنيءَ جي عظيم جنگ ڪري ڏيکاريو.“ انهيءَ ڳالهه، ٻوله، مان خبر پوي ٿي ته قومون جڏهن گهوٽالي ۽ ذهني مهيءَ ولوڙ واري ڪيفيت ۾ وڃي وڃن، سامراجي قوتون انهن جو ماس کائڻ ۽ رت پيئڻ لاءِ پنهنجي پوري سگهه، چالاڪي ۽ حرفت سان انهيءَ گهوٽالي ۽ ذهني مهيءَ ولوڙ مان فائدو وٺڻ جي ڪوشش ڪن ٿا ان وقت، هن جي خيال ۾ اهڙيءَ قوم پرستيءَ جي ضرورت آهي جيڪا قومن کي حوصلي سان جيئڻ، مرڻ، وڙهڻ ۽ ناهه ڪرڻ جي سگهه بخشي ٿي – نه ڪو نظريو يا پارٽي. ان ڪري هو قومپرستيءَ جو مبلغ بڻجي ويو. هن جي قوم پرستي عرب عوام جي وقار جي ضامن هئي. عالمي سطح تي هلندڙ سگهاري سامراج دشمن ۽ ڦرلٽ خلاف هلندڙ جدوجهد جو حصو هئي.

هن ان نظرئي يا ٻين لفظن ۾ نظرياتي وات کي قبول ڪيو، پر ان کي پنهنجي جسماني ۽ روحاني سگهه، پيغمبرانا خطابت سان عرب جي سامهون پيش ڪيو.

هن پنهنجي ذهن ۽ ضمير جي، دل جي گهراين مان
نڪتل للڪارن جي سموري روشني، سموري سچائي ۽
پنهنجي رڳن جو رت ۽ هڏن جي مک مان قوم پرستيءَ
جي انهيءَ ڏئي ۾ تيل وڌو ۽ ان کي ٻيڻٽ ٻاريو.
انهيءَ ٻيڻٽ جي روشنيءَ ۾ مونجهارن ۾ ورتل ۽
وڪوڙيل عوام آهستي پنهنجيون شڪليون
سڃاڻڻ شروع ڪيون. هنن پنهنجا پنهنجا هڪ ٻئي جا،
سموري عرب عوام جا چهرا، مهانڊا، آواز، انداز، گيت
سنگيت، آهون، دانهون، سپنا ۽ تعبير چٽيل سڃاتل
ٻڌا، ويجها ۽ مورڳو پنهنجا محسوس ڪيا. سموري وچ
اوڀر جو عوام هن کي پنهنجي روح جي روشني سمجهڻ
لڳو ۽ هن کي اها طاقت ملي ويئي جنهن طاقت وسيلي
هن سامراجي فوجن، ڊالرن، سي. آء. اي جي سازشن،
عرب بادشاهن ۽ عرب عوام جي بي عزتي ڪندڙ فوجن
کي شڪست ڏيڻ تي چاهي. هاڻي هو انتهائي طاقتور
هو. هن کي عوامي فوج جي سگهه ملي ويئي. اها فوج
صرف مصري عوام تي مشتمل نه هئي، پر سڀني عرب
ملڪن ۾ ڦهليل پکڙيل عوام جي ذهن ۽ ضمير تي،
سموري جسماني ۽ ذهني ۽ طاقت تي، هن جي نظرياتي
وات جي گهري، اڻ مٽ ۽ لازوال ڇاپ هئي. انساني

تاريخ جي ڊگهي سفر ۾ ڪو هڪ ماڻهو مختلف ملڪن ۾ ٽڙيل پکڙيل ڪروڙن ماڻهن جي دلين جو آواز شايد ئي بڻيو هجي، جيترو هو بڻيو. انهيءَ فوج کي باقي رکڻ ان کان تاريخي ۽ يادگار ڪردار سرانجام ڏيارڻ لاءِ هن ڪنهن به وقت پنهنجي فوج سان مواصلاتي رابطو ٽٽڻ نه ٿي ڏنو. هن جو چوڻ هو ته: ”جهڙيءَ طرح معاشي ڍانچي کي باقي رکڻ لاءِ مواصلاتي ذريعن جو مضبوط سرشتو هئڻ ضروري آهي. ساڳيءَ ريت نظرياتي ڍانچي کي برقرار رکڻ لاءِ ان کان وڌيڪ مواصلاتي سرشتي جي ضرورت آهي ان ڪري آءٌ هر وقت پنهنجي عوام سان تقريرن، ريڊيي، اخبارن ۽ ٽيليويزن رستي لاڳاپي ۾ رهان ٿو، ڇو ته مون کي خبر آهي ته جنهن ڏينهن منهنجو عوام سان لاڳاپو، انهن مواصلاتي وسيلن رستي ڪٽجي ويو، ان ڏينهن عوام کي اڳتي وڃڻ وارو عمل رڪجي ويندو، ڇو جو ڪانئن عرب قوم پرستيءَ وارو طاقتور هٿيار کسجي ويندو.“

ائين ناهي ته عرب قوم پرستيءَ جو نظريو ڪو ڪانئس اڳ وچ اوڀر ۾ موجود نه هو. پر جاندار ۽ سگهه وارو نه هو. هو ايترو شديد سامراج دشمن نه هو. اهو ايترو ڀرپور عوامي نه هو. ان ۾ ايترو روح ڦوڪجي

نه سگهيو هو، جنهن جي گرمائش عوام پنهنجي رڳن ۾
ڊوڙندڙ رت محسوس ڪري، ان کي پنهنجي وقار جو
ضامن سمجهن ۽ نه وري اها قيادت عوامي هئي. نه
ان کي عوامي فوج ڏاهي، ان تي اعتبار ڪرڻ ايندو
هو. پراڻا نظرياتي ماڻهون سموري سگهه، ٽينڪ بردار
برطانيه ۽ جهاز اڏائيندڙ فرانس کي سمجهيو ويٺا هئا.
هن جو ڪمال اهو هو جو هن عرب قوم پرستيءَ جي
نظريه کي ايترو نه زندگي، حرارت ۽ سامراج دشمني
سان ڀرپور بنائي عوامي احساس جو ترجمان ڪيو
جو ان جا سامراج دشمن اثرات ٽيٽو ۽ نهروءَ جي سامراج
دشمنيءَ کان گهڻو اڳتي وڃي ويا ۽ سامراجي دنيا لاءِ
هو دنيا ۾ دشمن نمبر ٻهرون بنجي ويو. ۽ سندس
نظريه جي سوب متعلق خروشچيف چئي ڏنو ته "تنهنجي
نظرياتي ڪاميابي اسان جي ڪاميابي آهي. جڏهن ته
اسان جي خيال موجب ٽيٽو جي ڪاميابي آمريڪا جي
ڪاميابي آهي." حقيقت ۾ قومي تحريڪ هوندي ئي
سامراج دشمنيءَ جو اعلان آهي. هن ويجهڙائيءَ واري
تاريخ جي مطالعي ۽ قومي آزادي جي تحريڪ جي
لاهن چاڙهن مان معلوم ٿيو هو ته ٻي مهاڀاري لڙائيءَ
کان پوءِ سامراج جي شڪست ۽ رعيت جو عمل تيز

ڪرڻ ۾ سامراجيت کي بيٺڪن مان تڙي ڪڍڻ ۾
سموري عوام جي اڳيان سنڌس اصلي مڪروهه صورت ۾
اگهاڙو ڪري بيهارڻ، قوم پرستيءَ جو عظيم الشان
ڪارنامو آهي ۽ انهيءَ جدوجهد جيڪا مختلف ڪنڊن
۾ هلي پئي ۽ جنهن جا اثرات جهنگ جي باهه وانگر
سموري دنيا ۾ پکڙندا پئي ويا، تنهن نه رڳو ماتر ڀوميءَ
جي عوام سان پيار ڪرڻ جو سبق پئي ڏنو، پر سامراجي
اثر کان آزاد ٿيندڙ ملڪن ۾ ڦرلٽ کان آجي سماج
جي اڏاوت لاءِ پڻ رستو تيار ٿي ڪيو، پر اها ڳالهه
وچ اوير جي ڪميونسٽن جي سمجهه ۾ نه پئي آئي،
يا سندن ڪتابي اصطلاحن ۾ ان حقيقت کي نه ڏسي
ڪاوڙجي ٿي ويا، انهيءَ ڪاوڙ جي هٺ کي ڪابه پرواهه
نه هئي، هو پنهنجي ڏاهپ رستي تي هلڻ لاءِ ڪنهن
به ڌر اڳيان جوابدار نه هو ۽ نه وري کيس ڪنهن
سند جي ضرورت هئي. هو صرف عرب عوام وٽ جوابدار
هو، ۽ انهيءَ عوام سندس هر قدم جي ساراهه ٿي ڪئي،
جيءَ ۾ جانيون ٿي ڏنيون ۽ پنهنجي سموري سرگرمي
۽ سگهه سان ان ۾ شريڪ ٿيندا ٿي رهيا، ان طريقي
سان هو اڳتي وڌندو ويو ۽ ڪميونسٽ، عوام کان
پري ٿيندا ويا. حقيقت ۾ اها قوم پرستن ۽ ڪميونسٽن

جي ڪڏيل بدقسمتي آئي، جو ڪميونسٽ، بينڪن ۾
گهڻو ڪري پنهنجي اڻ پوري چند ڇاڻ جي آڌار تي
قوم پرستن جي گهڻو ڪري مخالفت ڪندا آهن، ۽
پنهنجي پروپيگنڊا جي توپن جو رخ قوم پرستن ڏانهن
ڪري ذلها ڦٽاڪا ڇوڙي قوم پرستن سان محاذ آرائي
شروع ڪندا آهن. (جنهن جي موٽ ۾ ڪڏهن ڪين اڪرا
نتيجا ڀوڳڻا پوندا آهن) اها ساڳي حالت هتي مصر ۾
به ٿي. نتيجي طور ڪميونسٽ پارٽي بندش هيٺ اچي
وئي. هن، نه رڳو ڪميونسٽن تي بندش وڌي پر
رجعت پسند سياستدانن جي پارٽين، سياست باز انتها پسند
جنوني ملن تي به بندش وجهي ڇڏي. هن جاگيردارن
سرمايه دارن ۽ پاشائن جون جاگيرون، ڪارخانا،
خصوصي رعايتون، حق واسطا ۽ لقب ختم ڪري مصري
عوام جي حوالي ڪيا، ۽ اهڙيءَ ريت عوام دشمن
قوتن، ٽولن ۽ طبقن جي ڄاڙه پٽي ڇڏي، مصري
تاريخ ۾ پهريون ڀيرو مصري هاري زمين جو مالڪ
بڻيو ۽ مصري پورهيت ڪارخاني جي ڪاروبار ۾
ڀاڱي ڀائيوار ٿيو. هو اڃان مطمئن ڪونه ٿيو هو ڇو
ته اڃان فلسطيني عوام جو مسئلو هن هٿ ۾ نه کنيو
هو. اڃان الجزائر جي جنگ آزادي رهي پئي هئي،

اچا عرب بادشاه خرمستيون ڪري رهيا هئا. هاڻي وقت
اچي ويو هو جو هو انهن مسئلن ڏانهن ڌيان ڏئي، جو
نه هن جهڙو انقلاب آندو هو يا جهڙا راه، چوندي
هئائين اها رکيو مصر لاء نه هئي، ان کي لازمي طرح
مصر کان ٻاهر پنهنجو گس، پيچرو ڳولڻو هو ۽ اهي
موقعا کيس هن ريت مليا جو اسرائيلي وزير اعظم جي
حڪم تي اسرائيلي گوريلن جي هڪ جٿي، هڪ مصري
چوڪيءَ تي حملو ڪري، ڪجهه مصري سپاهي ماري
وڌا: اچا اسرائيلي گوريلا جنگ جي شوق ۾ مبتلا آهن.
هن سوچيو، 'آءٌ اسرائيل جو اهو شوق پورو ڪندس.'
هن فيصلو ڪيو، ۽ پوءِ ٽڙيل پکڙيل فلسطينين کي
گهرائي الفتح جو بنياد رکيائين، سندن رهائش تربيت،
پروپيگنڊا جي انتظام کان سواءِ انهيءَ مسئلي کي عالمي
اهميت ڏيارڻ ۽ سموري دنيا جي سمورن ترقي پسند
ملڪن ۽ عوام کي ان مسئلي جي حقيقي رخ تي
ڌيان ڏيڻ لاء مجبور ڪيائين ۽ پنهنجا سمورا وسيلا
ان مقصد لاء وقف ڪري ڇڏيائين، ته مذهب جي بنياد
تي قائم ٿيل نسل پرست صيهوني، حڪومت جو وجود
ناجائز، سامراجي سازشن جو اڏو، ۽ عالمي امن لاء
سخت هاڃيڪار آهي. ان ڪري فلسطيني عوام جي

جدوجهد صحيح معنيٰ ۾، سموري دنيا جي ترقي پسند، سامراج دشمن، ۽ امن چاهيندڙ ملڪن، قومن ۽ عوام جي جدوجهد آهي. جيڪا جدوجهد فلسطيني عوام اڪيلي سر وڙهي رهيو آهي. هن هڪ پيرو تقرير ڪندي چيو ”جڏهن آءٌ فلسطين جي پناهگيرن جي حالت تي سوچيان ٿو، ان وقت اسرائيلي غنڊن جي داداگيري ۽ خود اسرائيلي حڪومت جي خلاف منهنجي دل ۾ نفرت جا آثار پيدا ٿيڻ لڳن ٿا، جيتوڻيڪ آءٌ امن پسند آهيان. مون انسانن سان محبت ڪئي آهي. پر آءٌ سمجهان ٿو ته اسرائيلي امن جا دشمن آهن، محبت جا دشمن آهن، وسيع تر انساني ايڪي جا دشمن آهن ۽ خود انسانيت جا ويري آهن. آءٌ اسرائيلين کي چتاءُ ٿو ڏيان ته اهي پنهنجي سياسي داداگيري ۽ غنڊاگردي ختم ڪن. نه ته صورت ۾ ياد رکن ته اسان فرعون جو اولاد آهيون، اوهان سان به ساڳي حالت تي سگهي ٿي جيڪا فرعون ان وقت جي يهودين جي سازشن سان تنگ ٿي سانڍ ڪئي هئي.“ اهو هو يهودين جي حڪومت جي باري ۾ سندس زوردار موقف جنهن کي هن عرب عوام جي ذهن ۽ ضمير جو آواز بڻايو، سمورن انصاف پسند عالمي برادري جو موقف بڻايو ۽ فلسطيني

تحريڪ کي ڏنهن، جيئن ۽ اقوام متحده جي پناهه گاهن
مان ڪيڏي عالمي تحريڪن جي حصي بڻائڻ سان گڏ
انهيءَ کي خيرات تي گذر ڪندڙ تحريڪ مان پنهنجي
وطن لاءِ وڙهندڙ طاقتور ۽ گوريلا تحريڪ ۽ تنظيم جو
روپ ڏنو جيڪا اڄ دنيا جي وڏ ڪان وڏ ڏيان ڇڪائيندڙ
۽ سگهاري تحريڪ آهي.

هن کي اطلاع مليو ته فرانس جي حڪومت اسرائيل
کي هٿيار ڏئي رهي آهي. هن خبر ڏيندڙ کي چيو:
"ٺيڪ آهي، اسان هن کي الجزائر ۾ سوڙهو گهٽيندا سون
جو هن کي پنهنجا هٿيار ڪنهن ٻي جاءِ تي استعمال
ڪرڻ جو موقعو ئي نه ملي."

پوءِ دنيا ڏٺو: الجزائر جي جنگ ۾ طوفاني تيزي
اچي ويئي. روزانو فرينچ جهاز پنهنجن "ڪونڊرن"
جا لاش پئرس پهچائڻ لڳا. پئرس جون سوڙهيون گهٽيون
رت هاڻيون تي ويون. ڊيگال چتو ٿي پيو، پنهنجي
"ڪونڊرن" جا لاش ڏسي پئرس جون جل پريون
لپ اسٽڪ ۽ آرسيون پنهنجن هٿن مان ڦٽيون ڪري
الجزائر جي آزاديءَ لاءِ بينر کڻي گهٽين ۽ رستن تي
نڪري آيون، اقوام متحده ۽ ڊيگال تي لعنتن جا وسڪارا
ٿيڻ لڳا. پوءِ دنيا ڏٺو. ڊيگال عرب بدوين جي اڳيان

گوڏا ڪوڙيا ۽ ڪيس الجزائر ۾ پنهنجن ئي هم زبان فرانسيسي آبادگارن تي بمباري ڪرڻي پيئي. جيئن اهي هٿ ۽ هوڏ تان لهن ۽ جلدي الجزائر کي خالي ڪن. الجزائر آزاد ٿيو. ان وقت هن جي خوشيءَ جي انتها نه هئي. جڏهن الجزائر جي جنگي آزاديءَ جو اڳواڻ، آزاد الجزائر جي سربراهه ۽ ڊيگال، اسرائيلي دوست، جي فاتح جي حيثيت ۾ هن جي هٿ ۾ هٿ ڏيئي روسي اڳواڻ خروشچيف جو استقبال ڪري رهيو هو ۽ ڊيگال کي اهو سبق ملي چڪو هو ته وچ اوڀر ۾ عربن جي مفاد سان غداري ڪندڙ کي عرب ڪٿي پهچائي ڇڏيندا آهن. ۽ هن جيڪي ڪجهه ڇيو سو ڪري ڏيکاريو ۽ پوءِ ڊيگال سان اُس دوستيءَ جو هٿ وڌايو. هن نه رڳو اندرون عرب پنهنجي ترقي پسندانه پاليسين کي جاري ڪيو پر عالمي سطح تي پاڻ کي پوريءَ ريت سامراج دشمن صف ۾ بيهاريو. آمريڪي ۽ برطانوي سامراج اولهه ايشيا کي سامراجي گرفت ۾ وٺڻ ۽ ترقي پسند تحريڪن جي راهه ۾ رڪاوٽ وجهڻ لاءِ بغداد پيڪٽ تيار ڪرايو، عرب ملڪن ۾ انهيءَ پيڪٽ کي مضبوط ۽ مقبول بنائڻ لاءِ عراق کي پڳ ٻڌائي وئي ۽ هن ايشيائي عرب ملڪن کي انهيءَ

پيڪٽ ۾ شامل ڪرڻ لاءِ ڪوششون شروع ڪيون.
اهي حالتون ڏسي اوچتو هن للڪاريو.
”عراق ۽ اردن کي سامراجي هٿن ۾ ڪيڏڻ واري روش بدلائڻ گهرجي. بي صورت ۾ عرب عوام پنهنجي ڀائرن جدوجهد سان نه رڳو بغداد پيڪٽ جا ڦوندا اڏائي ڇڏيندو، پر سامراجي هٿن ۾ ڪيڏندڙ حڪومتن کي ٽڏن سان آڏائي ڇڏيندو.“ رڳو ڳالهائڻ جي دير هئي، عراقي وزير اعظم نوري سعيد جي لاش کي بغداد جي گهٽين ۾ عوام ٽڏا پئي هنيا. شاهه حسين جو اردن زبردست عوامي مظاهرن جي طوفان ۾ وڪوڙجي ويو. اهو حال ڏسي شاهه حسين نه رڳو بغداد پيڪٽ جي مذمت ۾ سرڪاري پاليسيءَ جو اعلان ڪيو، پر برطانوي فوجي مشير گلب پاشاهه کي عين ان وقت ٽپڙ ويڙهايا، جڏهن برطانوي پرڏيهي وزير مصر ۾ هن سان ڳالهائي رهيو هو. بغداد پيڪٽ جي سلسلي ۾ برطانوي وزير اڃا مايوس نه ٿيو هو ۽ هن عرب امارتن جو دؤرو شروع ڪيو. اهو برطانوي وزير جنهن به شهر ۾ ويو، اتي عرب دنيا جي هن نئين قائد جون تصويرون کڻي نعرا هڻي برطانوي سامراج جي نمائندگي کي پٿر هنيا. اڇهو اهڙيءَ ريت پاڪستان، ترڪي ۽ ايران

جي وڏي شوق ۽ جدوجهد جي باوجود بغداد پيڪٽ
جون ڌڄيون اڏامي ويون ۽ عرب دنيا هميشه هميشه
لاءِ سامراجي فوجي معاهدن جي جنجال کان جان آجي
ڪرائي ويئي.

هاڻي هن عرب سرزمين جي دل مصر مان برطانوي
سامراج جي رهيل نشانن کي ختم ڪرڻ جو اعلان
ڪيو. هن مصري عوام جي خوشحاليءَ لاءِ نيل نديءَ
تي اسوان بند اڏڻ جو اعلان ڪيو. ان لاءِ گهڻي پئسي
جي ضرورت هئي. اهو پئسو هن کي برطانوي آمريڪي
سامراج ۽ انهن جي اثر هيٺ هلندڙ عالمي بئنڪ ڏيڻ
کان گوتائي ڪئي اهڙا ڪرا شرط وڌا جيئن مصر
هميشه هميشه لاءِ سندن ڪالوني ٿي رهي. هن اهي شرط
مڃڻ کان انڪار ڪيو ۽ هتان امداد کان جواب مليو.
هن چيو: "مون کي هر حال ۾ بند تعمير ڪرڻو آهي
پوءِ ڀلي اهو ڪم مصري عوام پنهنجي ننهن سان ڇو
نه ڪري ۽ مصري عوام جڏهن ڪو فيصلو ڪندو
آهي ته پوءِ ان کي هر حال ۾ پورو ڪندو آهي." اهو
فيصلو مصري عوام هن ريت پورو ڪيو جو نهر سوئيز
کي قومي ملڪيت ۾ وٺڻ جو هن اعلان ڪيو ۽ ان
نهر مان محصولن ذريعي آمدنيءَ مان بند جي اڏاوت

جي خرچ جي پورائيءَ جو منصوبو پيش ڪيو. بس هاڻي برطانوي، فرانسيسي سامراج سندن ڇاڙتي اسرائيل جي سهڪار ۽ آمريڪا جي شهه تي ٽن طرفن کان مصر تي حملو ڪري ڏنو. فوجون اڳتي وڌيون، بمباري ٿي، پر هن جي حوصلي ۾ ڪابه لچڪ نه آئي ۽ نيٺ هن جي پروسي جهڙي دوست روس جي الٽيميٽم تي ٽيئي ڌريون مصر مان پنهنجون فوجون ڪڍي ويون ۽ هو سوئيز جي فاتح جي صورت ۾ عالمي افق تي نهرو، ٽيٽو، نڪروما ۽ سوئيڪارنو سان گڏ ظاهر ٿيو جيڪو بندونگ ڪانفرنس کان غير جانبدار تحريڪ جو روح روان بنجي ويو.

اهو هو مصر جي گمنام ڪرنل، اڄ جو عالمي مدبر ۽ عرب عوام جو محبوب هيرو جمال عبدالناصر جنهن جي ڪتاب ”فلسفه الثوره“ جو ترجمو اوهان جي هٿن ۾ آهي. ترجمو ڪهڙو آهي اهو فيصلو اوهان پاڻ ڪندا ڪتاب ڇا آهي؟ - اهو فيصلو ٿي چڪو آهي ته هي ڪتاب مظلوم ۽ محڪوم قومن جي پيڙا جو بائيبل آهي.

نوجوان سرمد سيد جي اصرار مون کي مجبور ڪيو ۽ مثل پليان لڳو رهيو ته آءٌ هن ڪتاب تي ڪجهه لکان. انهن سڀني جي خوشي مون کي پياري آهي ان ڪري واندڪائي نه هوندي به هي ڪجهه سٽون رهڙيون اٿم، شل قبول پون.

عبدالواحد آريسر
ميرپورخاص
٢٦- اپريل ١٩٨٣ع

# مقدمو

انقلاب جي فلسفي بابت منهنجي تاثرات جو هي مجموعو ڪو مضمونن جو گڏيل پيش ڪرڻ جي ڪوشش ناهي ۽ نه ئي ان جو اهو مقصد آهي ته، ٢٣- جولاءِ جي انقلاب ۽ ان جي مقصدن ۽ واقعن جي سمجهاڻي پيش ڪريان. هي مجموعو ته بلڪل هڪ جدا شيءِ آهي. هن جي حيثيت ته بس، ڪنهن فوج ۾ راتاها هڻندڙ دستي جهڙي آهي. هي هڪ ڪوشش پاڻ سڃاڻڻ جي، اهو سمجهڻ جي ته ’اسين ڪير آهيون ۽ مصر

جي تاريخ جي اينڌڙ دؤر ۾ اسان جو ڪردار ڇاهي؟.
اها ڪوشش آ، انهن حالتن جو جائزو وٺڻ جي، جيڪي
ماضيءَ ۽ حال ۾ اسان جي چوگرد موجود آهن، ته
جيئن اسين ان رستي کي سڃاڻي سگهون، جنهن تي
اسان کي هلڻو آهي. پنهنجي مقصد کي سمجهڻ جي ۽
پنهنجي طاقت جو اندازو لڳائڻ جي، اها هڪ ڪوشش
آهي، جيڪا ان مقصد جي پورائي لاءِ، اسان کي ڳنڍ
ڪرڻي آهي. هيءَ ڪوشش آ، انهن حالتن کي واڪو
ڪرڻ جي، جن حالتن ۾ اسين گهيريل آهيون ته جيئن
اها ڳالهه اسين چڱي طرح سمجهي سگهون ته، اسين
ڪنهن اهڙي جزيري ۾ آباد ناهيون، جنهن کي سمنڊ
سڄي جڳ کان ڪٽي الڳ ڪري ڇڏيو هجي. منهنجو
ته بس اهو ئي مقصد آهي.

هنن تاثرات جي حيثيت، ان جنگ جي ميدان ۾،
جتي اسان پنهنجي وطن کي سيني ڳچيءَ ڳٽن ۽ بند
ڪوٺن مان آزاد ڪرائڻ لاءِ، سڀ کان وڏي جهڙپ ۾
رڌل آهيون، رڳو هڪ راتاهما هڻندڙ جٿي جهڙي
آهي، ۽ بس!!

جمال عبدالناصر

# انقلاب جو فلسفو

●

● حقيقت ۾ آءٌ ان ٢٣- جولاءِ جي انقلاب جي سببن کي پنهنجي ڄاڻ آهر هتي بيان ڪرڻ ٿو گهران پر

انهيءَ کان اڳ جو مان پنهنجي ڳالهه ٻولهه شروع ڪريان، مان ”فلسفه“ جي لفظ تي ڪجهه ترسندس.

هي لفظ نهايت ئي شاندار ۽ اهميت جوڳو آهي. هي لفظ منهنجي اڳيان آهي ۽ مون کي ائين پيو لڳي ته ڄڻ مان ڪنهن اهڙي جهان ۾ بيٺو آهيان، جنهن جي حد ئي ڪانهي ۽ هڪ اڻ ڄاتل خوف مون کي انهيءَ انيڪ گهري سمنڊ ۾ ٽپي هڻڻ کان روڪي رهيو آهي. ڇاڪاڻ ته جنهن ڪناري تي مان بيٺو آهيان اتان نظر جي حد تائين ڪو ٻيو ڪنارو نظر نه ٿو اچي.

سچي ڳالهه ته اها آهي ته، جيڪي مان چوڻ وارو آهيان، تنهن ۾ لفظ ”فلسفه“ کي آڏو کان بچڻ ٿو چاهيان. انهيءَ کان سواءِ منهنجي خيال ۾ ته مصر جي انقلاب جي ”فلسفي“ تي بحث ڪرڻ مون لاءِ هونءَ به گهڻو ڏکيو آهي— انهيءَ ڏکيائيءَ جا سبب آهن:

پهريون سبب اهو آهي ته ٢٣ جولاءِ واري انقلاب جي فلسفي تي اهي ڄاڻو ۽ پروفيسر ئي کوجنا ۽ تحقيق ڪري سگهن ٿا، جيڪي اسان جي قومي تاريخ جي گهرائين ۾ ڦهليل پاڙن تائين پهچي سگهن.

قومن جي آزاديءَ جي جدوجهد ۽ تحريڪن جي تاريخ ۾ ڪوبه اهڙو خال نه هوندو آهي جنهن کي

اڃاڻ ۽ بي بنياد ڳالهين سان ڀري ڇڏجي. اهڙيءَ ريت قومي تحريڪن جي تاريخ ۾ اوچتا حادثا ۽ اتفاقي ڳالهيون به ڪونه هونديون آهن، جيڪي سواءِ ڪنهن شروعات جي پاڙهي ئي ٿي وڃن.

ڪنهن قوم جي جدوجهد جو مثال انهيءَ جبل وانگر آهي، جنهن تي ايندڙ هر نسل پٿر رکندو ٿو وڃي ۽ انهي جاءِ کي پهرين کان وڌيڪ بلند ڪندو ٿو وڃي ۽ جهڙيءَ طرح پٽ جو هر هڪ پٿر پنهنجي هيٺين پٿر سان جڙيل ۽ لڳل هوندو آهي، اهڙيءَ ريت قومن جي جدوجهد جا سڀ واقعا به هڪٻئي سان ڳنڍيل ۽ لاڳاپيل هوندا آهن.

هر واقعو پوئين ڪنهن واقعي جو نتيجو هوندو آهي ۽ ڪنهن اهڙي واقعي جو اهڃاڻ، جيڪو اڃان مستقبل جي سيني ۾ لڪل آهي.

مان تاريخ جو استاد ۽ ڄاڻو هئڻ جي دعويٰ ته نه ٿو ڪيان ۽ نه ئي اها ڳالهه منهنجي خيال ۾ آهي. پر انهيءَ هوندي به جيڪڏهن هڪ سيڪنڊري شاگرد وانگر پنهنجي قومي جدوجهد جي تاريخ جو ابياس ڪريان، ته به اهوئي چوندس ته ٢٣ جولاءِ جو انقلاب اصل ۾ مصر جي عوام جي انهيءَ آرزو جو پورو ٿيڻو هو،

جيڪا انهيءَ وقت سندن دلين ۾ ڪر موڙي اٿي هئي، جڏهن ڪان انهن کي اهو احساس ٿيو ته ملڪ جي واڳ ديس واسين جي هٿ ۾ هئڻ گهرجي، ته جيئن اهي پنهنجي قسمت جا مالڪ پاڻ بڻجن. انهيءَ آرزوءَ جي پورائيءَ لاءِ هڪ ناڪام ڪوشش اها تحريڪ به هئي. جا ”سيد عمر مڪرم“ جي اڳوائيءَ ۾ اٿي هئي ته ”محمد عليءَ“ کي قوم پنهنجو حاڪم ۽ اڳواڻ پاڻ مقرر ڪري. انهيءَ آرزوءَ جي حقيقي اڏاوت لاءِ هڪ ناڪام ڪوشش اها جدوجهد به هئي جڏهن، ”عرابيءَ“ ملڪ لاءِ آئين جي گهر ڪئي هئي. پوءِ ”عرابيءَ“ جي بغاوت کان وٺي سنه ١٩١٩ع جي انقلاب تائين ٿيون به ڪيتريون ئي ڪوششون، فڪري آدمي جي حالات ۾، انهيءَ آرزوءَ جي پورائيءَ لاءِ ٿينديون رهيون پر سڀ ناڪام ڏٺيون. سنه ١٩١٩ع جو انقلاب ”سعد زاغلول“ جي اڳوائيءَ ۾ شروع ٿيو. انهي مقصد کي حاصل ڪرڻ جي هيءَ هڪ ٻي ڪوشش هئي، پر اها به ڪامياب نه ٿي. تنهن ڪري اهو چوڻ صحيح نه آهي ته ڪو ٢٣ جولاءِ جو انقلاب انهن نتيجن جي ڪري رونما ٿيو، جن جي چهرن جا نقاب فلسطين جي تڪرار پٽي لاٿا هئا، ۽ نه ئي اها ڳالهه صحيح

آهي ته جنگ جو بيڪار سامان، انقلاب جو سبب بڻيو- اهو جنگ جو سامان، جنهن تي خود اسان جا پنهنجا فوجي ۽ سپاهي پيٽ چڙهيا، ۽ اهو چوڻ ته سچائيءَ کان اڃان به پري ٿيندو ته هن انقلاب جو سبب آفيسرن جي ڪلب جي اليڪشن جو جهڳڙو هو.

منهنجي راءِ ۾ انقلاب جو حقيقي سبب مٿين سڀني کان بلڪل جدا، انهن کان وڌيڪ گهرو ۽ اڳاهون هو. جيڪڏهن فوجي آفيسرن انهيءَ ڪري جهيڙو ڪيو هجي ها ته فلسطين واري محاذ تي انهن سان اينسگو دوکو ڪيو ويو هو، يا انهن کي جنگ جو بيڪار سامان هٿ ۾ ڏيئي کين خوار ڪيو ويو هو، يا انهيءَ لاءِ ته آفيسرن جي ڪلب جي اليڪشن ۾ سندن عزت ۽ وقار کي ڇيهو رسايو ويو هو، ته اهو سڄو جهڳڙو انهيءَ قابل نه هو جو اُن کي "انقلاب" جو نالو ڏنو وڃي- اُنهي لاءِ ته "فوجي بغاوت" يا "فساد" جو لفظ ٿي زياده ٺهڪندڙ هو، چاهي انهي بغاوت جا سبب ڪيترائي حقيقي ۽ انصاف جي بنياد تي ٿي ڇو نه هجن. اهي سڀ ڳالهيون ته وقتي ۽ ٿورن ڏينهن لاءِ هيون. ها، ان جو سڀ کان وڌيڪ اثر شايد اهو ٿيو ته انقلاب جي رفتار تمام تيز ٿي وئي. پر جي اهي سڀ ڳالهيون نه هجن

ها، ته پوءِ به اسين ته انقلاب جي راهه تي وڌياسين پئي.

اڄ مان پنهنجن يادن کي گڏ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس، ڇو ته انهيءَ وچ ۾ مون تي ڪيترائي واقعا ۽ حادثا ٿي چڪا آهن ۽ اهو آهو زمانو هو جڏهن انقلابي لاڙي جي شروعات ٿي هئي. خير، مهينن ۽ سالن کي هٽائيندي، مان اوهان کي اهو ڏينهن ٻڌائڻ ٿو چاهيان، جڏهن مون سڀ کان اول پنهنجي ذهن ۾ انقلاب جا پهريان ڪرڻا محسوس ڪيا هئا. اهو ڏينهن منهنجي زندگيءَ ۾ گهڻو اڳ آيو هو. نومبر ١٥٩ ع کان به گهڻو اڳ، جڏهن آفيسرن جي ڪلب وارو چونڊن جو گهوٽالو شروع ٿيو هو. آزاد خيال آفيسرن جي تنظيم تنهن وقت نه ڪو موجود پر سرگرم به هئي. جيڪڏهن مان اهو چوان ته وڏاءُ ڪونه ٿيندو ته خود چونڊن واري گهوٽالي جو سڀ کان وڏو سبب انهن آزاد خيال آفيسرن جون سرگرميون ئي هيون، ڇو ته اسان پنهنجي تنظيمي سرگرمين ۽ اثرن جي آزمائش لاءِ هڪ مسئلي اٿارڻ جو فيصلو ڪيو هو.

اهو ڏينهن منهنجي زندگيءَ ۾ جنگ جي خراب سامان جي بدناميءَ کان به گهڻو اڳ آيو هو ۽ آزاد خيال آفيسرن جي تنظيم انهيءَ بيهودي واقعي کان به

ڀيريائين موجود هئي، جڏهن ته اهي انهن جا جوش ڏياريندڙ پئمفليٽ ٿي هئا، جن سڀ کان اڳواٽ ٿي قوم کي انهي سانحي کان خبردار ڪيو هو. بيڪار هٿيارن جي واقعي تي جيڪو جوش اڀريو هو، انهي جي پويان به انهن آفيسرن جون سرگرميون ٿي هيون.

سچ ته سو ڏينهن منهنجي زندگيءَ ۾ ١٦ مئي ١٩٤٨ع کان به ڀيريان آيو هو- ١٦ مئي، جنهن ڏينهن فلسطين جي جهڙپ ۾ منهنجي فوجي زندگيءَ جي شروعات ٿي. آءٌ جڏهن فلسطين جي محاذ تي جيڪي تجربا اسان کي ٿيا، انهن جي تفصيل ۾ وڃڻ جي ڪوشش ڪيان ٿو، ته مون کي پنهنجي اندر ۾ هڪ عجيب قسم جو جذبو محسوس ٿئي ٿو. اسين فلسطين ۾ وڙهي رهيا هئاسين، پر اسان جون دليون مصر ۾ هيون. اسان جون گوليون سامهون مورچن ۾ لڪل دشمن کي نشانو بنائي رهيون هيون، پر اسان جا خيال، پنهنجي وڏيرڪي پياري ديس جي چوڦير طواف ڪري رهيا هئا، جنهن کي اسين بگهڙن جو ڪاڄ ۽ سندن انتقام جو شڪار بنجڻ لاءِ ڇڏي آيا هئاسين. انهي فلسطين ۾ آزاد آفيسرن جا ٽولا خندقن ۽ مورچن ۾ گڏ ٿي، سوچ ويچار ڪري رهيا هئا، بحث مباحثا ڪري رهيا ۽ جنگ مان سبق

وٺي رهيا هئا. انهيءَ فلسطين ۾ ئي هڪ پيرو ”صلاح
سالم“ ۽ ”زڪريا محي الدين“ گهيرو ٽوڙي مون
سان مليا ”فالوجه“ آيا. اسين اتي پنهنجي مورچن ۾
گهيريل ويٺا هئاسين. ڪا خبر ڪانه هئي ته انهيءَ
گهيري جو نتيجو ۽ انجام ڇا ٿيندو. پر انهن سڀني
ڳالهين کان بيخبر ۽ بي پرواهه اسان اتي ويهي ڪچهري
ڪئي. اسان جي ڳالهين جو موضوع پياري وطن مصر
کان سواءِ ٻيو ڪجهه نه هو، جيڪو ڇوٽڪاري لاءِ
اسان کان جدوجهد جي گهر ڪري رهيو هو.

انهيءَ فلسطين ۾، هڪ پيرو ”ڪمال الدين حسيني“
به، منهنجي پاسي ۾ ئي ويٺو هو، سوچ ۾ گم ۽ اکين
۾ اداسي ڀريل: هن مون کي چيو، ”خبر اٿئي، احمد
عبدالعزيز مرندي ويل مون کي ڇا چيو هو؟“ ڪمال الدين
جي آواز ۾ گهرائي ۽ گنڀيرتا اچي وئي. اکين ۾
آواز کان وڌ گهرائي هئس. ”هن مون کي چيو هو،
’ٻڌ ڪمال! اسان جي جهاد جو سڀ کان وڏو محاذ
۽ جنگ جو ميدان خود مصر ئي آهي.‘“

مون کي فلسطين ۾ نه رڳو سچا دوست مليا جيڪي
مصر جي آزاديءَ ۽ بقا لاءِ جدوجهد ۾ مون سان گڏ
رهيا، پر مان اهڙن خيالن ۽ فڪرن کان به واقف

ٿيس، جن منهنجي اڳيان هڪ رستو روشن ڪري ڇڏيو. مون کي اهي ڏينهن ياد ٿا اچن، جيڪي مون مورچن ۾، مصر جي مسئلن ۽ مونجهارن تي غور ڪندي گذاريا ها.

”فالوجه“ گهيري ۾ هو ۽ دشمن پنهنجي توپن ۽ هوائي جهازن سان بم وسائي رهيو هو. نهايت ئي خوفناڪ بمباري ٿي رهي هئي، ۽ مون هر هر پنهنجو پاڻ کي ٿي چيو: ”اڄ اسين هتي زمين اندر کوٽيل کڏن ۾ گهيريل آهيون. اسان کي دوکو ڏنو ويو آهي. انهيءَ جنگ ۾ وڌو ويو آهي، جنهن لاءِ ڪابه تياري ڪئي ڪانهي وئي. اسان جي قسمت سان لالچ ۽ دوکي جي پوائتي کيڏ کيڏي وئي هئي، ۽ انهيءَ باهه جي وچ ۾ اسان کي اڪيلو ڇڏيو ويو هو!“ منهنجا خيال جڏهن انهيءَ حد تائين پهچندا هئا، ته مان تڙپي پوندو هئس، ۽ منهنجا جذبات جنگ جو ميدان لتاڙي ۽ منهنجا خيال جاگرافيائي حدن کي پار ڪري، مصر پهچي ويندا هئا. ۽ مان بي اختيار چئي ويندو هئس، ”هو آهي اسان جو وطن– ٻيو ”فالوجه،“ تمام وڏو ”فالوجه“ ۽ وڏي پئماني تي مصر به انهيءَ صورت حال سان مقابلو پيو ڪري، ”فلسطين“ ۽ فالوجه“ ۾ جيڪي ڪجهه ٿئي پيو، اهو

اهو نه صرف مصر جي حالتن جو هڪ مختصر خاڪو ۽ عڪس آهي. اسان جو وطن به گهيري ۾ آهي، انهيءَ کي دشمنن ۽ مشڪلاتن گهيري رکيو آهي. انهيءَ سان به دوکو ڪيو ويو آهي. انهيءَ جنگ ۾ هن کي ڦاسايو ويو آهي، جنهن لاءِ هو تيار نه هو. انهيءَ سان به لالچ ۽ ڌوڪي جي پيوائتي راند کيڏي پئي وڃي، انهيءَ کي به اتي ارندڙ باهه ۾ اڪيلو ڇڏي ڏنو ويو آهي!“

مون کي رڳو اهي دوست ٿي ڪهن ماڻيا، جن فلسطين ۾ وڃي ڪري پنهنجي وطن جي مستقبل تي ڳالهايو ۽ نه رڳو اهي تجربا ٿي اسان اڳيان آيا، جن اسان جي ذهنن ۽ سوچن کي خبردار ڪيو ۽ ملڪ جي مستقبل لاءِ اسان ۾ خدشا پيدا ڪيا، پر دشمنن به اسان کي ورائي ورائي پنهنجي وطن ۽ انهيءَ جي ڏکن ڏولاون جي ياد ڏياري.

ڪجهه مهينا اڳ، مون پاڻ بابت هڪ اسرائيلي فوجي آفيسر جا ڪجهه مضمون پڙهيا هئا. ان جو نالو ”برڊان ڪوهن“ هو ۽ هن جا اهي مضمون جيوئش آبزرور (Jewish Observer) ۾ شايع ٿيا هئا. انهن مضمونن ۾ هن لکيو آهي ته ڪهڙي طرح هو جنگ ڏارڻ واري ڳالهه ٻولهه جي سلسلي ۾ مون سان مليو هو هو لکي ٿو:

”جمال عبدالناصر جنهن موضوع تي هميشه مون سان ڳالهائيو، اهو هئو انگريزن جي خلاف اسرائيل جي جدوجهد، هو چوندو هو ته اسان فلسطين ۾ انگريزن جي مقابلي ڪرڻ لاءِ، ڳجهيون تنظيمون ڪيون رهيا هئاسون ۽ جمهوري دنيا سان راءِ عام جي حمايت حاصل ڪرڻ ۾ ڪيئن ڪامياب ٿياسون.“

ته پوءِ اهو ڏينهن جڏهن انقلاب جا پهريان اثر مون پنهنجي دل ۾ محسوس ڪيا. ٤ فيبروري سنه ١٩٤٢ع جي انهيءَ واقعي کان ٻه گهٽ اڳ آيو ۽ جنهن کان پوءِ ئي مون هڪ دوست کي خط لکيو هو ته:

(اي همسفرا هاڻ ڇا ڪرڻ گهرجي؟) (١) ”مصيبت ته اچي چڪي، اسان ان کي به قبول ڪري ورتو ۽ ڪند نوائي، بيعزتي ۽ خواريءَ سان انهيءَ کي مڃي به ڇڏيو.“

مون کي يقين آهي ته، ”ٻيهڪون ٻنائيندڙ سامراج“ اسان سان پنهنجو مخصوص ڪاغذي ڪيڏ ڪيڏي پيو ۽ هن جو مقصد رکو ڊيڄارڻ آهي. جڏهن به هن کي انهيءَ ڳالهه جو احساس ٿيو ته جي سرويچ مصري پنهنجو

---

(١) هڪ فارسي شعر جي سٽ جو ترجمو.

رت وهائڻ لاءِ تيار آهن ۽ طاقت جو مقابلو طاقت سان ڪرڻ لاءِ تيار آهن ان وقت هو هڪدم ڀوڳيندا هئي ونندو ۽ ڏيکاريل وڏيا وانگر پنهنجي اصولڪي اوڍيل لباس ۾ آڏو اچي ويندو.

اها سامراج جي فطرت آهي. جيتري قدر اسان جو يعني فوج جو تعلق آهي ته انهيءَ واقعي اسان جي اندر ۾ احساس جو ساهه ڦوڪيو هو. انهيءَ کان پوءِ جيڪڏهن توهان ڏٺو هوندو ته اهوئي ته ڪالهه تائين جن آفيسرن کي عيش عشرت ۽ بچڙاين جي عادت پيل هئي، هاڻ انهن جي ئي زبانن تي قرباني، سروڇي ۽ ديس جي عزت خاطر سر قربان ڪرڻ جون ڳالهيون آهن. توهان ڏٺو هوندو ته هو ڪيتري قدر نه شرم محسوس ڪري رهيا هئا توڙي جو اسان ۾ ڪيترئون ئي ظاهري ڪمزوريون هيون، پر تنهن هوندي به اسان انهيءَ لڙائي ۾ چوڙي لهي پياسين. ديس جي عزت ۽ آبرو لاءِ سر قربان ڪرڻ ڪيوسون. پنهنجي ديس کي رت جو ترڙ ڏيئي پاڪ ڪرڻ ڪيوسون؟ خير، انتظار ڪيو، انتظار جي جذبي لاءِ سهائو ڪو پري ڪونهي. ڪيترن ماڻهن ته هن واقعي کان پوءِ انتقام وٺڻ جي ڪوشش به ڪئي، پر انتقام جو وقت هٿن مان گذري

چڪو هو، ۽ ڏڪاريل سينن ۾ رڳو ڪاوڙ ۽ انتقام جي باهه ڀڙڪائي ويو هو.

هي سچ آهي ته انهيءَ تحريڪ، انهي زخم، ڇرندڙ ڀرندڙ بوتن ۾ ساهه وجهي ڇڏيو هو. انهن جي دل ۾ اهو احساس پيدا ڪري ڇڏيو هو ته عزت ۽ لڄ به ڪا شيءِ آهي، جنهن جي حفاظت لاءِ ماڻهو کي هر وقت مڪمل تيار رهڻ گهرجي، جيڪو هڪ سخت سبق هو. اهڙيءَ طرح منهنجي زندگي ۾ اهو ڏينهن، ١٩٣٥ع جي انهيءَ فساد واري دور کان به ڀريان اچي چڪو هو، جڏهن مان شاگرد هئس ۽ منهنجا رات ڏينهن، اڀ ڏاريندڙ نعرن هڻڻ ۽ جلوسن ڪڍڻ ۾ گذري رهيا هيا. ١٩٢٣ع جي آئين جي بحاليءَ جو مطالبو ڪيو پئي ويو، جيڪو نيٺ بحال ڪيو ويو. مان انهن ڏينهن ۾ شاگردن جي وفدن سان، قوم جي اڳواڻن وٽ پهچندو ويندو هئس، ته خدا جي واسطي مصر لاءِ هڪ ٿي وڃو. اهڙي طرح سنه ١٩٣٦ع ۾ ”نيشنل فرنٽ“ جو قائم ٿيڻ، انهن ئي ڪوششن جو نتيجو هو. مون کي ياد آهي ته مون انهن جذباتي ڏينهن ۾ پنهنجي دوست کي خط لکيو هو، جنهن تي ٢ سيپٽمبر ١٩٣٥ع جي تاريخ لڳل آهي. مون لکيو هو: ......

منهنجا پاءُ !

٣٠ آگسٽ جو مون تنهنجي پيءُ کي فون ڪئي هئي، تنهنجو پڇيم ته خبر پيئي ته تون اسڪول ويو هئين. تنهنڪري مون سوچيو، جيڪي ڳالهيون مان توسان فون تي ڪرڻ وارو هئس، آهي تو کي لکي موڪليان.

خدا جي چوائي ته: (دشمن لاءِ پنهنجي سڀ طاقت استعمال ڪريو) پر ڪاني آهي اها قوت، جيڪا اسان انهن لاءِ تيار ڪري رکي هجي؟!

اڄ صورتحال تمام نازڪ آهي ۽ مصر نازڪ ترين حالت مان گذري رهيو آهي، شايد اسان کي الوداع ڪري موت سان ملڻو پوي. ماڻهن جون ديوارون تمام مضبوط آهن. ڪير انهن کي ڊاهيندو، ڪير انهن کي ڪرائيندو؟

۽ منهنجو خط اهڙي نموني سان هلندو ويو هو، هاڻ پڙهندو ته اهو ڪهڙو ڏينهن هو جڏهن انقلاب جو جذبو منهنجي دل جي گهراين مان ابريو هو. مان چوان ٿو ته اهو جذبو رکو منهنجي ئي دل جي گهراين ۾ لڪل ڪونه هو. پاڻ کان سواءِ مون ڪيترن ئي ٻين جي سوچن ۾ به اهڙي جذبي کي ڀرپور انداز ۾ ڏٺو آهي. ليڪن مون وانگر اهي ماڻهو به اهو پڙهائي ننڍا

سگهن ته اهو جذبو سندس اندر، ڪڏهن ۽ ڪيئن پيدا ٿيو. ته ڇا انهيءَ مان اهو ثابت ڪونه ٿو ٿئي، ته اهو جذبو اسان جي اندر، تڏهن کان وٺي موجود هئو، جڏهن کان اسين ڇاوا آهيون؟ ۽ هي اها اڌوري آس آهي، جا اڳئين نسل اسان جي جذبي جي حوالي ڪئي هئي؟... اها اسان کي ورثي ۾ ملي ۽ ذهنن ۾ ٿي رهي. پنهنجي موضوع تان هٽي، هي سڀ ڳالهيون مون کي انهي ڪري لکڻيون پيون ته جيئن انهيءَ پهرئين سبب جي وضاحت ڪري سگهان؛ جنهن جي بنياد تي، هڻ مون چيو هو ته انقلاب جي فلسفي تي روشني وجهڻ، مون لاءِ نهايت مشڪل آهي. مصر جي انقلاب جو فلسفو، پنهنجي سمجهاڻي ۽ وضاحت لاءِ، انهن محققن ۽ پروفيسرن جو گهرجائو آهي جن جي نگاهن ۾ گهرائي هجي ۽ جيڪي اسان جي قومي تاريخ جي گهرين تهن ۾ ڦهليل پاڙن تائين پهچي سندن کوج لڳائي سگهن ۽ ڪس تلاش ڪري سگهن. باقي رهيو ٻيو سبب جنهن ڪري انقلاب جي فلسفي جي سمجهاڻي ۽ تفصيل منهنجي لاءِ آهي. سو اهو ته مان پاڻ انقلاب جي طوفاني ڪن ۾ هئس ۽ اهي ماڻهو جيڪي انهيءَ ڪن ۾ اندر هجن، انهن جي اکين کان آس پاس

جـون ڪـيترڙون حقيقتـون گهڻو ڪري اوجهل ٿي ويندڙون آهن.

خير جيڪي ڪجهه ٿيو ۽ جنهن نموني سان ٿيو، انهيءَ جي پويان ته مان ئي هئس. پوءِ انهي انقلاب جي ڳالهه، يا معنيٰ، مطلب ۽ لڪل مقصدن جي سمجهڻ ڏي ڏيندي اهو ممڪن ڪونهي ته مان پنهنجو پاڻ کي انهيءَ کان الڳ ڪري ڪجهه چئي سگهان. مان انهن ماڻهن مان آهيان، جن جو ايمان آهي ته ڪائنات ۾ ڪا شي خلا ۾ ڪانه ٿي پلجي. ايتري قدر جو خود حقيقت لاءِ به خلا ۾ رهڻ ممڪن ڪونهي ۽ اها حقيقت جيڪا انسان جي ذهن جي گهراين ۾ لڪل آهي، اها ته اها شيءِ آهي، جنهن کي اسين تصور ڪيون ٿا يا سولي سمجهاڻي ۾ ائين چئون ٿا ته، حقيقت اهائي آهي جنهن سان انسان جا ذهن ڳنڍيل ۽ لاڳاپيل آهن. انسان جا ذهن هڪ ٽانءَ وانگر آهن، جنهن جي اندر ئي رهي ڪري، انسان جون سڀ شيون زنده ۽ سلامت آهن ۽ انهن جي اندر جيڪا به شيءِ پهچندي آهي، اها انهيءَ جي ئي شڪل اختيار ڪندي آهي، چاهي اهي حقيقتون ئي ڇونه هجن. مان پنهنجي وس آهر ڀرپور ڪوشش ڪري رهيو آهيان ته حقيقت جي شڪل ۽

صورت ۾ گھڻو ڦير گھير نه اچي ڏيان. پر انهيءَ ۾ مون کي ڪيتري قدر ڪاميابي ٿيندي؟ اهو هڪ سوال آهي. انهيءَ کان پوءِ مان جائين ته پنهنجي لاءِ به انصاف چاهيان ٿو ۽ انقلاب جي فلسفي جي حق ۾ به، تنهنڪري انهن کي تاريخ جي حوالي ٿو ڪريان. هاڻ اهو تاريخ جو ڪم آهي ته اها انهن سڀني شڪلين کي گڏ ڪري انهيءَ شڪل کي به جيڪا منهنجي ذهن ۾ وجود جي سانچي ۾ آهي، انهن شڪلين کي جيڪي ٻين جي ذهن ۾ به هجن ۽ انهيءَ شڪل کي به جيڪا واقعن ۾ نظر اچي ٿي. انهن سڀني شڪلين کي هڪ هنڌ گڏ ڪري تاريخ، نتيجي طور، پاڻهي صحيح حقيقت ظاهر ڪندي.

هاڻ رهيو اهو سوال، ته جڏهن مون لفظ فلسفي جي استعمال کان پاڻ بچايو ته پوءِ گفتگو لاءِ باقي ڪهڙي شيءِ رهجي وڃي. پوءِ نيٺ مان چوڻ ڇا ٿو چاهيان؟ ته انهيءَ سلسلي ۾ چوڻ لاءِ رکو به ڪجهه هون. آهن: پهرئين ته اهي احساسات آهن جن پهريان اڻ ڇٽي تمنا ڪئي، جنهن پوءِ هڪ واضح ذڪر جي ۽ انهيءَ کان پوءِ ٢٣ جولاءِ جي اڌ رات جو، عملي تدبير جي صورت اختيار ڪئي پيا اهي تجربات آهن، جنهن جي

نڪري انهي تمنا عملي تدبير سان ٢٣ جولاءِ جي اڌ
رات جو عملي صورت ورتي، جا اڄان تائين جاري آهي
۽ مان انهن احساسن ۽ تجربن تي روشني وجهڻ چاهيان
ٿو ــ اهو سوال منهنجي دل ۾ هر هر اڀرندو رهيو آهي
ته ڇا اهو قدم ضروري هو، جيڪو اسان فوجين ٢٣
جولاءِ ١٩٥٢ع جو کنيو؟ مان هيٺئر عرض ڪري
چڪو آهيان ته ٢٣ جولاءِ ١٩٥٢ع جو انقلاب، انهيءَ
عظيم تمنا جو پورو ٿيڻ هو، جا مصر وارن جي دلين
۾ پلجي رهي هئي ــ جڏهن کان هن هلندڙ وقت ۾
اهو سوچڻ شروع ڪيو ته ملڪ جي حڪومت خود
ملڪ جي ماڻهن جي هٿ ۾ هئڻ گهرجي ته جيئن هو
پنهنجي قسمتن جا پاڻ مالڪ ٿين ۽ جڏهن صورتحال
اها هجي ته پوءِ جيڪي ڪجهه ٢٣ جولاءِ جو ٿيو تنهن
کي فوجي بغاوت جو نالو نه ٿو ڏئي سگهجي ۽ نه ئي
انهيءَ کي ماڻهن طرفان ڪيل گڙٻڙ چئي سگهجي ٿو،
باقي رهي اها ڳالهه ته انقلاب کي وجود ۾ آڻڻ جي
مهم، ٻين قوتن جي بجاءِ فوج جي حصي ۾ ڪيئن
آئي، ۽ ڪٿو فوجين جي نالي ڪيئن لکيو؟ منهنجو
سدائين فوجي قوت تي ئي ايمان رهيو آهي ۽ مان
ڄاڻان ٿو ته فوجي قوت، فوج مٿان رکيو هڪ فرض

لاڳو ڪري ٿي، اهو اهو آهي ته اهي ڏهن- ڏودا
پنهنجيون جانيون وطن جي سرحدن تي وڙهي قربان
ڪن - اها ڳالهه واقعي سوچڻ جهڙي آهي ته اسان
جي فوج، سرحدن بجاءِ ديس جي وچ ۾، مصر جي
گاديءَ جي هنڌ، اهڙو قدم کڻڻ لاءِ ڇو مجبور ٿي
وئي هئي؟ مان هن حقيقت کي هڪ ڀيرو وري دهرائي
ڇڏيان ته فلسطين جي شڪست مڃي، يا اڻپوري ۽
بيڪار جنگي سامان وارو واقعو مڃي، يا ڪٺي فوجي
ڪلب جو بحران، ان مان ڪابه شيءِ ٢٣ جولاءِ واري
انقلاب جو حقيقي سبب نه هئي؟ ها اهو ضروري آهي
ته انهن همان، اڻ طوفاني ٻوڏ ۾ سندس اٿل پٿل ۾ اڃا
به تيزي آڻي ڇڏي. پر اهي شيون، انقلاب جو اصل
ڪارڻ هرگز نه هيون. نه ئي فوج مٿان اهو فرض
ڪنهن لاڳو ٿي ويو؟ مان چئي چڪو آهيان ته اهو
سوال منهنجي دل ۾ بار بار اڀري چڪو آهي.... ان
وقت به اهو سوال منهنجي دل ۾ اٿيو، جڏهن اسان
٢٣ جولاءِ کان پوءِ آس نراس ۽ سوچ ويچار جي
ڪشمڪش ۾ مبتلا هئاسين. پر ٢٣ جولاءِ کان پهرئين
اسان جي سامهون اهڙا مختلف ڪارڻ موجود هئا، جي
پاڻ ئي انهي ڳالهه جي چٽائي ڪن ٿا ته فوج جيڪو

وقتي قدم کنيو اهو ان لاءِ ڇو ضروري هو. اسين
چوندا هئاسين ته ان لاءِ جي فوج نه اٿي، ته پوءِ ٻيو
ڪير اٿندو؟ اسين اهو به چوندا هئاسين ته فوج ٿي ته
اها هوا آهي جنهن وسيلي قومي خواب کي هر ٻيرو
اٿپورو ۽ ڇڙوڇڙ ڪيو وڃي ٿو. تنهنڪري وقت اچي
ويو آهي ته هاڻ اهائي هوا خود سامراج جي خلاف
گهلي پوي ۽ ان جا سڀ ڏاڍي ظلم جي بنياد تي
ٻڌل رجعت پرستاڻا خواب ۽ خيال لوڏي ۽ ٽوڙي ڇڏي.
اسين ان قسم جا ٻيا به دليل ڪٿا ڪندا رهندا هئاسين.
پر انهن سڀني دليلن مان، سڀ کان اهم دليل اهو هو
ته اسين پاڻ پنهنجي وجود جي اٿاهه گهراين ۾ اهو
احساس چوٽ تي پائيندا هئاسين ته اهو به اصل ۾ اسان
جوڳي ڪم آهي. تنهنڪري جي اسين ان فرض کي
پورو ڪرڻ لاءِ نه اٿياسين ته، اها اسان جي طرفان ان
مقدس امانت ۾ سخت خيانت ٿيندي، جيڪو فرض اسان
تي سونپيو ويو آهي.... پر مان ميجان ٿو ته پوري
تصوير منهنجي ذهن ۽ سوچ ۾ ان وقت تائين چٽي
نه ٿي هئي، جيستائين ٢٣ جولاءِ کان پوءِ ٿي هڪ
ٻگهي آزمائش جي دور مان گذرڻو پيو.... اهڙي طرح

ان آزمائش جي دور جا جيڪي تفصيل آهن اهي ٿي تفصيل، اصل تصوير جهڙا آهن.

۽ ان ڳالهه، جو ته مان پاڻ شاهد آهيان ته ٢٣ جولاءِ جي واقعي کان پوءِ، مون تي ٻه ٽي پيرا اهڙو دورو پئجي چڪو آهي جو مون انهن واقعن جي سلسلي ۾، پنهنجو پاڻ کي، پنهنجن ساٿين کي ۽ باقي ساٿين کي بيوقوف ۽ چريو سمجهيو آهي. ٢٣ جولاءِ کان اڳ منهنجو خيال هو ته سڄي قوم پوري طرح عمل لاءِ تيار آهي ۽ ان کي انتظار رڳو سپهه سالار ۽ هر اول دستي جو آهي، جيڪو اڳتي وڌي ڪوٽ ڪيرائي وجهي- پوءِ ته سڄي قوم پاڻمرادو ان جي پويان، باقاعدي جلوس جي شڪل ۾ منظم طريقي سان پنهنجي عظيم مقصد ڏانهن اڳتي وڌندي، منهنجو خيال اهوئي هو ته اسان جي حيثيت دس جي جوڌن لاءِ، رڳو سپهه سالار ۽ هر اول دستي جي آهي- مان اهوئي سمجهندو رهيس ته اسان جو ڪردار ڪجهه ڪلاڪن کان وڌيڪ وقت لاءِ نه هوندو. مقصد قومي فوج پوري رٿابنديءَ سان پاڻهي پنهنجي عظيم مقصد جي پورائي لاءِ وڌي ايندي ڪنهن وهل ته اهو تصور منهنجي دل ۽ دماغ تي ايتري قدر ڇانئجي ٿي ويو، جو منهنجا ڪن قومي

دستن ۽ جٿن جي ڇرڀر ۽ انهن جي هٿيارن جي جهنڪارن سان گونجهي ويندا هئا. ڪڏهن ته انهن جي اڳتي وڌڻ جو آواز به مون کي ٻڌڻ ۾ اچڻ لڳو. اهي سڀ آواز منهنجي ڪنن ۾ گونجندا هئا ۽ منهنجو ايمان ۽ يقين انهن کي منهنجي اڳيان حقيقي مادي صورت ۾ آڻي بيهاريندو هو، اهي ڳالهيون رڳو وهم ۽ تصوراتي نه رهيون هيون... پر ٢٣ جولاءِ جي واقعي ان ڏوڪي کي منهنجي اڳيان وائکو ڪري ڇڏيو.

هراول دستي پنهنجو فرض پورو ڪري ڇڏيو. سرڪشن ۽ ڏاڍن جي قلعن جا ڪنگرا ڪيرائي ڇڏيا، بادشاهي ڏاڍ جو ڳٽ به ڳچيءَ مان لاهي ڦٽو ڪيو ويو، پر ان کان پوءِ اهو هراول دستو انتظار ڪندو رهيو ته پنهنجي عظيم مقصد طرف قومي سورهين جا مقصد ۽ منظم جٿا اڳتي وڌندا.

انتظار تي انتظار ٿيو.

عوام جو هجوم ته بيشڪ اڳين اڳيان گهڻو هو.... پر حقيقت ۾ اهو گروهن ۽ جماعتن ۾ ورهايل هو. منتشر سوچ ماڻهن جو ٽولو، ۽ عظيم مقصد ڏانهن ٿيندڙ مقدس واڌ ۾ رڪاوٽ بڻجي وئي. ان ڏينهن جمڪو نقشو اسان جي سامهون آيو، اهو ڏاڍو خوفناڪ

۽ ڀوائتو هو ۽ خطرن سان ڀرپور، منهنجي دل غم ۽
ڏک سان ڀرجي وئي، تلخيون ڇلڪي پيون ۽ مون
کي احساس ٿيو ته سپهه سالار ۽ هر اول دستي جو ڪم
ختم نه ٿيو آهي، خدمت جي ويل ته اصل ۾ شروع ٿي
هاڻي ٿي آهي.

اسان کي هڪ نظام گهربل هو، پر اسان جڏهن
پنهنجي چوگرد نظر وڌي ته اتي افراتفري ۽ ڇڙواڳي
کان سواءِ ٻيو ڪجهه نه هو. اسان کي ٻڌي ۽ اتحاد
جي ضرورت هئي پر اسان ڏٺو ته هر طرف انتشار ۽
ڏڦيڙ ئي نظر آيو. اسان کي ڪم گهربو هو پر جڏهن
اسان نگاهه ڊوڙائي ته سستي ۽ عياشي کان سواءِ ڪجهه
به نظر نه پئي آيو.

اهي هيون آهي حقيقتون، انهيءَ کان سواءِ ٻي
ڪابه ڳالهه نه هئي، جنهن جي آڌار تي انقلاب پنهنجي
واٽ پاڻ ڳولي ڪڍي ۽ اهوئي آهو هنڌ هئو جتان
انقلاب ڦٽي نڪتو هو.

اسين جيئن ته اڃا پوري طرح تيار نه هئاسين
تنهنڪري اسان دانشورن جي مشورن ۽ تجربن مان
فائدو وٺڻ جي ڪوشش ڪئي، پر اها به اسان جي
بدقسمتي جو اسان کي اتان به ڪا خاص رهنمائي

نه مليو. اسان جنهن سان به ملياسين، ان جي خواهش صرف
اها هئي ته سنڌس دشمن کي ختم ڪيو وڃي. اهڙو
ڪو به فڪر ۽ نظريو اسان تائين نه پهتو، جنهن جو
مقصد اهو نه هجي ته ٻين سڀني فڪرن ۽ نظرين جو
خاتمو ڪيو وڃي. انهن مشورن تي جيڪڏهن اسين
ڪن ڏيون ها، جيڪي اسان کي ڏنا ويا هئا، شايد اڄ
ڪير به زنده نه هجي ها. سڀئي ڦاسي چڙهي چڪا هجن ۽
سڀني نظرين جو خاتمو ٿي وڃي ها. اسان ئي باقي اهي
وڃي رهون ها جيڪي رت ۾ ٻڏل لاشن جي ڍيرن ۽
تباهه ٿيل کنڊرن جي ويرانين ۾ ويٺا، پنهنجي قسمت
جو ماتم ڪيون ها ۽ ظالم تقدير کي پيا پٽيون ها.
شڪايتن ۽ درخواستن جو ته ڄڻ مينهن ٿي آيو، پر
اهي شڪايتون ۽ درخواستون جيڪڏهن ٿورو به انهن
معاملن سان ڳانڍاپو رکن ها جي واقعي انصاف طلب
هئا ۽ يا ان ڏاڍ ۽ زيادتين جي ئي باري ۾ هجن ها،
جن جي دادرسي ۽ تلافي ضروري هئي، تڏهن به سٺي
ڳالهه ٿئي ها ۽ ان جو مقصد به سمجهه ۾ اچي ها،
پر هتي گهڻو ڪري جيڪي شڪايت ناما سامهون آيا،
اهي رڳو انتقام جا مطالبا هئا. ڄڻڪ انقلاب رڳو انهي

مقصد لاءِ آهو هو ته قذائي ۽ ڪيترن پرور ماڻهن جي هٿ ۾ تلوار ٻنجي وڃي.

ان وقت ۾ جيڪڏهن ڪو ماڻهو مون کان پڇي ها ته تنهنجي سڀ کان وڏي خواهش ڪهڙي آهي؟ ته مان هڪدم اهو چوان ها ته، ڪنهن مصري ماڻهو جي واتان ٻڌي مصري جي لاءِ چڱي ڳالهه ٻڌان. ڪنهن مصري جي دل ڪي ٻڌي مصريءَ ڀاءُ لاءِ ڪشادو، بخشي چڱڻ وارو ۽ محبت جي جذبن سان ڀريل ڏسان. هڪڙو مصري ئي ڪو اهڙو مون کي ملي وڃي، جنهن جو سچو وقت ٻين نظرين ۽ خيالن کي جهالت ۽ ٺڳي جو ميڙ چوندي ته گذرندو هجي. اهتروئي ته، چاپر اني ته هر طرف انسانيت، پاڻ وڻائڻ ۽ پاڻ-ٻڌي جو دور لڳو پيو هو.

"مان" — "مان" — هر زبان تي "مان"

اهوئي آنهن وٽ هر ڏکيائيءَ جو حل ۽ هر مرض جي دوا هئي الڳ الڳ فڪر ۽ سوچ رکندڙ ناليوارن دانشورن ۽ ڏاهن سان ملڻ جو ٻه، مون کي گهڻا ڀيرا موقعو مليو (گهٽ ۾ گهٽ اخبارون ته انهن کي انهيءَ لقبن سان ياد ڪنديون هيون- پر جڏهن به مون انهن سان، ڪنهن مسئلي جي ڳالهه، ان اميد تي ڪئي ته

من ڪو حل ملي پوي پر سنڌ واڌن ته آئون ڪان سواءِ مون ڪجهه به نه ٻڌو. اقتصادي مسئلا؟ انهن کي صرف هوئي ٽا سمجهڻ، باقي ٻيا ته اڇا سيڪڙات آهن. سياسي مسئلا؟ جي ها، انهن تي به صرف ”اهي“ ئي مهارت رکن ٿا، باقي ٻيا ماڻهو ته ويچارا سياست جي الف ـ ب کان اڃان اڳتي ڪٿي وڌيا آهن، هڪ اکر به نه، انهن مان ڪنهن سان به ملڻ کان پوءِ، جڏهن مان واپس پنهنجي ساٿين ۾ ايندو هئس ته منهنجي سوچ ڏاڍي ڏکويل هوندي هئي ۽ مان انهن کي چوندو هئس ته ”بيڪار، بيڪار، ڪو فائدو ناهي“- جيڪڏهن مان انهن ماڻهن سان ”جزائر هوائي“ جي ماڻهن بابت ٻه سوال ڪريان ته، ان جو جواب اهو ئي هوندو ته ”مان“.

مون کي ياد آ ته هڪ ڀيرو مان پنهنجي ملڪ جي هڪ يونيورسٽيءَ ۾ ويهه پروفيسرن کي سڏايم ۽ انهن سان ويٺس- مون کي پوري پڪ هئي ته انهن جي ڄاڻ ۽ تجربن مان ڪجهه نه ڪجهه ضرور پرائيندس، منهنجي سامهون گهڻن ئي تقريرون ڪيون، ڏگهيون ڏگهيون تقريرون. پر سچ ته انهن مان ڪنهن به مون اڳيان ڪا نئين ڳالهه يا نئون فڪر پيش نه ڪيو، پر هر ڪنهن پنهنجو پاڻ کي ۽ پنهنجي معيتري ڏيکاريندڙ

صلاحيتن کي ضرور پيش ڪيو ۽ اهي سڀ مون ڏانهن
اهڙين نظرن سان گهوري پيا نهارين ڄڻ ڪو مون کي
دنيا جي خزانن سان ڀري ڇڏيندا! مون کي پوريءَ طرح
ياد آهي ته اهڙا ڪيفيت مون کان برداشت ٿي نه
سگهي ۽ مان ائين چوندي انهن وٽان اٿي آيس ته ”بيشڪ
اسان مان هر شخص، پنهنجي جڳهه تي ڪرامتون
ڏيکاري سگهي ٿو، پر پهريون شرط اهو آهي ته هو پنهنجي
مٿان رکيل جوابداري کي پورو ڪري ۽ جيڪڏهن
اوهين به، يونيورسٽيءَ جا پروفيسر هئڻ جي حيثيت ۾،
پنهنجن شاگردن تائين پنهنجي ڄاڻ پهچايو — ۽ ظاهر
آهي ته توهان جي ذميواري به اها آهي ته توهان پنهنجو
ڀرپور توجهه انهن تي ڏيو، ۽ مون کي يقين آ ته توهين
اسان کي ديس جي نئين سر اڏاوت ۾ هڪ زبردست
قوت مهيا ڪري ڏيندؤ.

اهو ضروري آهي ته هر ڪو پنهنجي جڳهه تي پاڻ
تي رکيل ڪم ڪندو رهي ۽ اتي ئي سندس سڀ
صلاحيتون ڪم اچن. توهين اسان ڏي هرگز نه ڏسو،
اسان کي ته حالتن پنهنجيون ڊيوٽيون ڇڏڻ تي مجبور
ڪيو ۽ اسين هن مقصد جي پورائي لاءِ نڪري پياسين،
نه ته اسان جي تمنا اها هئي ته ديس کي اسان جي

ضرورت رکو فوجي پلٽڻ جي شڪل ۾، پيشه ور فوج جيان ٿي رهي- جيڪڏهن ائين نه ٿئي ها ته پڪ سان اسين اتي ٿي رهون ها ۽ پنهنجي جڳهه تان ڪڏهن به نه چرون ها.

ان وقت مون اهو مناسب نه سمجهيو ته "انقلابي اڳواڻن جي ڪميٽي" جي ميمبرن جو مثال انهن اڳيان پيش ڪيان ۽ نه ئي اهو جتائڻ مناسب لڳم ته جوسين بحران اسان کي عظيم مقصد جي پورائي لاءِ سڏ نه ڪيو، اسين سڀ پنهنجن ڊيوٽين تي هوندا هئاسين ۽ اسان جون سڀ صلاحيتون پنهنجن فرضن لاءِ وقف هونديون هيون. مون انهن کي اهو ٻڌائڻ به پسند نه ڪيو ته "انقلابي اڳواڻن جي ڪميٽي" جا گهڻا ميمبر اسٽاف ڪاليج جا پروفيسر هئا ۽ اهو انهن جي پيشه ور فوجي هئڻ جو دليل هو. اهڙيءَ طرح مون انهن سان اها به ڳالهه نه ڪئي ته "انقلابي اڳواڻن جي ڪميٽي" جا ٽي ميمبر ـــ "عبدالحڪيم عامر"، "صلاح سالم" ۽ "ڪمال الدين حسين"، ته اهي آهن جن کي اعليٰ امتيازي ترقيون فلسطين جي جنگ جي ميدان ۾ ئي مليون هيون. مون اهي سڀ ڳالهيون انهن اڳيان رکو ان ڪري نه ڪيون جو مون پنهنجي واتان "انقلابي اڳواڻن

جي ڪميٽي“ جي ميمبرن جي ساراهه ڪري همٿ ۽ وڌائي جو اظهار ڪرڻ نه ٿي چاهيو. اهي سڀ منهنجا ٻاھر ۽ ساڻي ٿي ته هئا.

مان مڃان ٿو ته انهن سڀني حالتن مون کي ذهني پيڙا ۽ سوچ ۾ وجهي ڇڏيو هو. پر پوءِ جي تجربن، سوچ ويچار ۽ انهن جي حقيقي معنيٰ ۽ مطلب کي جڏهن مون چڱيءَ طرح سمجهيو ته منهنجو ردعمل ۽ منهنجيون پريشانيون ڪافي گهٽجي ويون. مان انهن مڙني ڳالهين جو سبب ڳولڻ لڳس، پر اها ڳالهه تڏهن وقت منهنجي سمجهه ۾ آئي، جڏهن ديس جي حالتن جي پوري ۽ چٽي تصوير مون اڳيان آئي ۽ اتي ئي مون کي انهيءَ سوال جو جواب به ملي ويو — جنهن جي بابت مان اڳ ۾ ئي چٽو آهيان ته گهٽ ۾ گهٽ ڪري مون کي منجهائيندو رهندو هو ته، ڇا واقعي فوج لاءِ اهو سڀ ڪجهه اٿئر هو ته جيڪي ٢٣ جولاءِ جو ڪيو، سو ضرور ڪن ها؟ جواب اهو آهي ته ”ها“ ان کان سواءِ ٻيو ڪو به رستو نه هو. هاڻي مان پوريءَ پڪ سان اهو چٽي سگهان ٿو ته اسين هڪ انقلاب مان نه پر هڪ ئي وقت ٻن انقلابن مان گذري رهيا آهيون.

دنيا جي هر قوم کي هڪ ئي وقت ٻن انقلابن

مان گذرڻو پوي ٿو- هڪ ته سياسي انقلاب مان جنهن وسيلي هو ظلم ۽ ڏاڍ جي چنبن مان يا ڪنهن اهڙي فوج کان جيڪا زوري هنن جي ديس تي مڙهي وئي هجي، وڙهي پنهنجو حق خود اختيار واپس وٺندي آهي. ٻيو معاشرتي انقلاب جنهن ۾ طبقاتي ڇڪتاڻ واري صورتحال پيدا ٿي، ديس واسين لاءِ انصاف ڀلائي وجهندڙ صورت قائم ٿي ويندي آهي. اسان کان اڳ ۾ به قومون انسانن جي ارتقائي سفر ۾، ٻن انقلابن مان گذري چڪيون آهن- ها اهو ضرور ٿيو آهي ته انهن کي هڪ ئي وقت ٻن انقلابن کي منهن نه ڏيڻو پيو، پر گهڻو ڪري انهن ٻن انقلابن وچ ۾ صدين جي وٿي هئي. پر اسين جن خوفائتن تجربن مان پيا گذرون ۽ اسان جي قوم جنهن آزمائش مان پئي لنگهي، سا اها آهي ته اسان کي هڪ ئي وقت انهن ٻنهي انقلابن سان منهن ڏيڻو ٿو پوي- اهو تجربو خوفائتو ان ڪري آهي جو ٻنهي انقلابن جي جکڙ ۽ حالتون نه رڳو مختلف پر هڪ ٻئي سان ٽڪر جندڙ به آهن.

سياسي انقلاب پنهنجي ڪاميابي لاءِ قوم جي مڙني فردن جي ٻڌي چاهي ٿو، ته جيئن اهي سڀئي متحد ۽ لاڳاپيل رهن ۽ وطن جي راهه ۾ پنهنجي شخصي

مفادن کي قربان ڪرڻ لاءِ تيار هجن. جڏهن ته سماجي
انقلاب جو پهريون مظاهرو اهو آهي ته پراڻا قدم لڏيو
پون، عقيدا ڪمزور پئجي ٿا وڃن ۽ ديس جا ماڻهو
فردن ۽ طبقن ۾ ورهائجي هڪ ٻئي سان اٽڪي پون-
انهن ۾ جهيڙا جهڳڙا، شڪ شبها ساڙ حسد ۽ پاڻ - پڻو
پاڙون پکيڙڻ ٿا لڳن، پر چڪي جي ٻن پڙن وچ مان
گذرڻ جيان، انهن ٻنهي انقلابن مان گذرڻ اسان جو
مقدر بڻجي چڪو آهي هاڻي هڪ انقلاب جي گهرج
اها آهي ته اسين متحد ۽ هڪ ٻئي سان ڪنڌ ڪير ٿي،
مقصد ماڻڻ جي ڏن ۾ گم ٿي وڃون- ۽ ٻيو انقلاب
اسان جي خواهش جي ابتڙ، اهو ضروري ٺهرائي ته اسان
۾ ويڇا پيدا ٿين، نفرت جا در کلن ۽ اسان مان هر
هڪ پاڻ کان سواءِ ٻئي ڪنهن جو به فڪر نه ڪري.
چڪي جي ان ٻن پڙن جي وچ ۾ ڦاسي ١٩١٩ع جو
انقلاب ناڪام ٿي چڪو آهي ۽ جيڪي نتيجا ان مان
حاصل ٿيڻا هئا سي نه ٿي سگهيا - ١٩١٩ع ۾ جيڪي
قوتون، ڏاڍ ۽ ظلم جي مقابلي ۾ ڪلهو ڪلهي سان
ملائي بيٺيون هيون، انهن جو اتحاد گهڻي دير تائين
قائم رهي نه سگهيو ۽ اهي وري فردن ۽ طبقن ۾
ورڇجي، جنگ ۾ لڳي ويون. ان جو نتيجو ڀيانڪ

ناڪامي کان سواءِ ڪجهه نه نڪتو، ڏاڍ ۽ ظلم جي گرفت ان کان پوءِ اڃان به تيز ٿي وئي. چاهي فوجي قبضي جي اگهاڙي شڪل ۾، چاهي تسلط جي نقاب ڍڪيل صورت ۾ـ تسلط جي نقاب ڍڪيل صورت ان زماني ۾ اها هئي ته ”سلطان فواد“ کي اڳ-واڻ جي حيثيت ۾ اڳتي ڪيو ويو ۽ ان کان پوءِ ان جي پٽ ”فاروق“ کي اڳيان آندو ويو. قوم کي شڪ شبهن ۽ بي يقيني، فردن ۽ طبقن کي هڪ ٻئي سان ساڙ ۽ ڪيني کان سواءِ ڪجهه پلئه نه پيو. ان طرح اها اميد ۽ آس جيڪا ١٩١٩ع جي انقلاب سان لاڳاپيل هئي مرجهائجي ويئي.

مون هاڻ چيو ته اميد ۽ آس مرجهائي ويئي. ها، مون ائين ناهي چيو ته ختم ٿي ويئي- ان ڪري جو وڏين اميدن ۽ آسن ڪري، مقابلي ۽ مزاحمت جون جيڪي طبعي قوتون پيدا ٿينديون آهن، اهي قوم ۾ هميشه باقي رهنديون آهن ۽ قوم کي نئين سر، جدوجهد لاءِ تيار ڪنديون آهن. بهرحال ١٩١٩ع جي انقلاب کان پوءِ، اهي ئي حالتون هيون جنهنڪري فوج لاءِ اٿڻ ٿي پيو ته هوئي هاڻ ملڪ ۾، عمل جي صلاحيت رکندڙ اڪيلي قوت ثابت ٿئي. صورت حال جي گهرج

اها هئي ته هڪ اهڙي قوت اڀري سامهون اچي، جنهن
جا فرد هڪ ٻئي سان لاڳاپيل، منظم ۽ هم خيال هجن
۽ ڪنهن حد تائين فردي ۽ طبقاتي ڇڪتاڻ کان آجا
به. ان وقت لاءِ اهو ضروري هو ته هو قوم وچان ئي
اڀري ۽ ان جا فرد هڪ ٻئي تي اعتماد ٻڻ رکندا
هجن. ان کان سواءِ اهو به ضروري هو ته ان وٽ
ترت ۽ فيصلو ڪندڙ ڪاروائي ڪرڻ لاءِ مادي وسيلا
۽ سامان ٻڻ موجود هجي، ظاهر آهي ته انهن مڙني
شرطن تي سواءِ فوج جي، ٻي ڪابه قوت اهڙي نه هئي
جيڪا پوري هجي.

تنهنڪري جيئن مون هاڻ چيو، ان واقعن ۽ حالتن
جي پس منظر ۾ ڏسبو ته فوج پنهنجو ڪردار پاڻ مقرر
نه ڪيو هو پر صورت حال ان جي ابتڙ آهي ۽ اهائي
سچائيءَ جي ويجهي آهي- اصل ۾ واقعن ۽ حالتن جي
تيز وهڪ ئي وطن جي آزادي ۽ هن عظيم جهڙپ لاءِ
فوج جي راهه متعين ڪئي.

اهو احساس مون کي شروع کان ئي هو ته اسان
جي ڪاميابي جو دارومدار انهيءَ تي آهي اسان ملڪي
تاريخ جي جنهن دور مان گذرون پيا، انهي جي حالتن
جي نوعيت کان پوريءَ طرح باخبر رهون- اهو اسان جي

هٿ ۾ نه هو ته قلم جي هڪ ڌڪ سان، اسان ان حالتن کي بدلائي ڇڏيون ۽ نه ئي اهو اسان جي وس ۾ هو ته واچ جي ڪانٽن کي اڳتي پوئتي ڪري، زماني جي رفتار تي ڪو حڪم هلايون. اها ڳالهه به اسان جي هٿ وس ۾ نه هئي ته تاريخ جي چڙهه واٽ تي، ڪنهن ٽريفڪ جي سپاهي جيان بيهي، هڪڙي انقلاب جي لنگهي وڃڻ تائين، ٻئي انقلاب کي بيهاري بيٺا هجون ۽ اهڙي ريت، سواءِ ڪنهن ايڪسيڊنٽ جي ٻنهي کي بچائي، پنهنجي ڏس ۾ موڪلي ڇڏيون ها. اسان جي وس ۾ ته رڳو اها هڪ ڳالهه ئي هئي ۽ انهي تي اسان کي پورو ڪنٽرول به هو ته جيترو ٿي سگهي، اسان طرفان اها پوري ڪوشش ٿئي ته اسين ڇڪيءَ جي ٻن پڙن ۾ دٻجي پيسجي وڃڻ کان بچي وڃون. اسان لاءِ بهرحال انهن ٻنهي انقلابن جي وچ مان هڪ ئي وقت گذرڻ، اٽڪر هو. اسان جڏهن سياسي انقلاب ۾ پير رکيو ۽ ”فاروق“ کي تخت تان لاٿو ته انهيءَ سان گڏئي سماجي انقلاب جي راهه ۾ پڻ ان قسم جو قدم کنيوسين. زمين جي ملڪيت تي هڪ حد مقرر ڪئيسين ۽ زميندارن کي محدود ڪري ڇڏيوسين.

منهنجي انهي يقين ۾ ته اڄ به ڪا ڪمي ناهي آئي ته ٢٣ جولاءِ جو هي انقلاب جيڪڏهن انهيءَ طرح پنهنجي تيز رفتاري ۽ اصلاحات سان جاري رهيو ته چاهي توهان ڪي اسان جي هن جدوجهد ۾ ظاهري طـرح ڪيترو ئي تضاد ڏسڻ ۾ ڇو نه اچي، اسين پنهي انقلابن ۾ ڪامياب ٿيڻ جو معجزو ڏيکاري سگهون ٿا.

هڪ ڀيري منهنجي هڪ دوست مون کي چيو ته: ”تون انگريزن سان وڙهڻ لاءِ اتحاد جو مطالبو به ڪرين ٿو ۽ گڏوگڏ غداري جا مقدما هلائڻ لاءِ عدالتون به کولي رکيون اٿئي....؟ مون پنهنجي دوست جي ڳالهه ڏاڍي غور سان ٻڌي، پر ان وقت به منهنجي تصور جي اک، وڏي بحران تي هئي. يعني ان بحران تي ته اسين چڪي جي ٻن پڙن وچ ۾ آهيون- جنهن انقلاب جي گهرج اها آهي ته اسين متحد ۽ هڪ ٿي وڃون ۽ ماضي کي وساري ڇڏيون. ٻئي طرف اهو انقلاب آهي جنهن جو مطالبو آهي ته اسين پنهنجي اخلاقي قدرن جي وچايل عظمت کي وري نئين سر تازو ڪريون ۽ پنهنجي ماضي کي ڪنهن به قيمت ۾ نه وساريون! مان پنهنجي دوست کي جواب ڏيئي پئي سگهيس ته اسان جي ڇوٽڪاري جو اڪيلو رستو، جيئن مون هاڻ چيو، پنهنجي تيز رفتاري

۽ اصلاحات سان گڏوگڏ هاڻ ان سليقي ۽ هوشمندي
۾ ئي آهي ته انهن ٻنهي انقلابن جي ذڪين لڪن مان
هڪ ئي وقت گذري وڃون. چاهيو ته مون به نه هو،
۽ نه ئي انهن ماڻهن جي ڪـڏهن اها خواهـش هئي،
جيڪي ٢٣ جولاءِ جي انقلاب ۾ اڳيان هئا- پر قدرت
کي اهوئي منظور هو، اسان جي قومي زندگي جا اهي
سڀ مرحلا به ان ڳالهه جا گهرجائو هئا، جن مان اسين
اڄ گذرون پيا.

آخر اسين ڪرڻ ڇا ٿا چاهيون؟ ۽ ان جو طريقو ڇا آهي؟ سچ اهو آهي ته پهرئين سوال جو جواب ڪافي وقت کان معلوم آهي- ۽ مان سمجهان ٿو ته هڪ مون کي نه پر سڀني کي معلوم آهي. اهاڻي هڪ اميد ۽ آرزو آهي، جنهن تي اسان جي سڄي قوم گڏ آهي. باقي رهيو ٻيو سوال ته جيڪي ڪجهه اسين چاهيون ٿا، ان جي حاصل ڪرڻ جو طريقو ڇا آهي؟ مان اها ڳالهه مڃان ٿو ته ان سلسلي ۾ منهنجي سوچ ۽ فڪر ۾ ايترو ته ڦيرو آيو آهي جو شايد ئي ڪنهن ٻئي شيءِ بابت ڪڏهن آيو هجي ۽ شايد انهيءَ موضوع تي ئي اسان جي قوم ۾ سڀ کان وڏيڪ اختلاف راءِ آهي. پر ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته هڪ آزاد ۽ طاقتور مصر جو سپنو سڀئي ڏسي رهيا آهن. ان مسئلي تي ته ڪنهن به مصري کي اختلاف نه آهي- البت آزادي ۽ قوت جي حاصل ڪرڻ جو طريقو ڇا هجي؟ اها اسان جي زندگي جي سڀ کان وڏي ڳجهارت آهي. مان ان پرواي کي سلجهائڻ جي ڪوشش، ٢٣ جولاءِ

۱۹۵۲ع کان اڳ به ڪئي هئي ۽ ان کان پوءِ به اها همیشه مون اڳيان رهي. آخر ان جا اهي پاسا جن تي پردو پيل هو، روشن ٿيندا ويا، ۽ نيٺ اهي اونداهيون مٽجي ويون، جيڪي صديون کان اسان جي ملڪ تي ڇانيل هيون ۽ هاڻ آڪاش مون اڳيان اگهاڙو آهي.

جڏهن کان منهنجي وجود ۾ شعور چمڪندڙ صبح جيان ايريو آهي ته تڏهن کان مون اهوئي محسوس ڪيو آهي ته "قلدائڪ قدم" ۽ "هاڪاري عمل" ئي اسان جو طريقہ ڪار هئڻ گهرجي. پر ڪهڙو عمل؟ ڪاڳر تي ته "هاڪاري عمل" جو لفظ ڏاڍو مسئلا حل ڪندڙ لفظ نظر ٿو اچي، پر حقيقي زندگي ۽ مشڪل حالتن ۾، جن مان اسان جي قوم گذري آهي ۽ ان آزمائش ۽ مصيبتن ۾، جن جا چنبا اسان جي وطن جي قسمتن ۾ کتل نظر پيا اچن، اهو لفظ اڻپورو هو. منهنجي زندگي ۾ هڪ اهڙي به منزل آئي، جڏهن مان رڳو جوش ۽ جذبي کي هاڪاري عمل سمجهندو هوس، پر پوءِ هاڪاري عمل بابت منهنجو اهو تصور بدلجي ويو- منهنجي سمجهه ۾ اچڻ لڳو ته اڪيلو جوش ۽ جذبي ۾ مبتلا ٿيڻ ئي هرگز ڪافي نه آهي، پر ان جوش ۽ جذبي کي ٻين ڏانهن پهچائڻ به ضروري آهي. جيئن انهن

سڀني جون سوچون ۽ خيال به جنجهوڙجي اُٿن.

انهن ڏي ڏينهن ۾ مون ڪاليج جي جلوسن جي رهنمائي ڪئي ۽ دل جي گهراين سان مڪمل آزادي جا نعرا لڳايا ۽ ٻين به مون سان ساٿ ڏنو. پر اهي نعرا فضا ۾ ڪوڙجي ويا. هوا انهن کي مٽيءَ جـيان اڏائي وئي. اسان جي انهن نعرن سان نه ته جهان ۾ ڪا چرپر ٿي، نه ئي ٽڪرن جا سينا ڦاٽا. اهي آواز رڃن ۾ رڙ ثابت ٿيا. پوءِ هاڪاري عمل جو مقصد مون وٽ اهو ٿي ويو ته ملڪ جي سڀني ليڊرن کي هڪ مرڪز تي آندو وڃي، اهي سڀ متحد ٿي وڃن ۽ انهن سڀني جو نعرو هڪ هجي. ان مقصد لاءِ ”مصري نوجوانن جي انجمن“ جي نالي سان، اسان جي ننڍين ٽولن، هر هڪ ليڊر هڪ ليڊر جي گهر جا چڪر ڪاٽڻ شروع ڪيا. اسان انهن سڀني کي هڪ مرڪز تي گڏڻ لاءِ ڏاڍا نعرا هنيا ۽ پوري ڪوشش ڪئي، پر افسوس جو اهي جنهن نقطي تي متفق ٿيا، اهو اتحاد جو نقطو، منهنجي ايمان ۽ يقين لاءِ هڪ وڏو الميو هو، جو ته اهي ١٩٣٦ع واري معاهدي تي متفق ٿيا هئا.

ان کان پوءِ ٻي مهاڀاري لڙائي شروع ٿي. هوڏانهن نوجوانن جا جذبات اڳيئي مشتعل هئا، انهن جي بدن

۾ چڙهڪ باهه پکڙجڪي اٿي نتيجو اهو نڪتو ته سڄي قوم تشدد ذاتهن مائل ٿي وئي.

مون کي اميد آ ته اتارني جنرل مون کان پڇا ڳاڇا نه ڪندو، جيڪڏهن مان اعتراف ڪيان ته، ان زماني ۾ هاڪاري عمل جو مفهوم، منهنجي مشتعل جذبات جي ويجهو، سياسي قتل کان سواءِ ٻيو ڪجهه، نه هو سوچ هئي ته جيڪڏهن پنهنجي وطن آئيندي کي بچائڻو آ ته ان کان سواءِ ڪائي وات ناهي. ان ڪري جن ماڻهن بابت مون کي شڪ هو ته انهن جدوجهد وطن جي راهه ۾ رنڊڪ بڻيل آهي ته منهنجي دل ۾ ڪين قتل ڪرڻ جو خيال پيدا ٿيو. مون انهن جي ڏوهن جي فهرست تيار ڪرڻ شروع ڪئي، پاڻ ئي جج بڻيس، انهن ڏوهارين جي ڏوهن ۽ انهن نقصانن جو جائزو وٺڻ لڳس جيڪي ملڪ کي انهن جي ذات کان پهتا هئا. جنهن کان پوءِ مون کي ئي انهن بابت فيصلو ڏيڻو هو. مون سابق شاهه ۽ سندس ساٿين جي قتل تي به غور ڪيو، جن اسان جي مقدس روايتن کي بي عزتو ڪري ڇڏيو هو. رڳو مان ئي ان خيال جو نه هئس، پر جڏهن ٻيا به ساڳي سوچ وارا ملي ويا ته، ان سوچ اڳتي وڌي عملي صورت اختيار ڪئي. انهن ڏينهن ۾

خدا ڄاڻي ته مون ڪيترائي منصوبا رٿيا ۽ ڪيتريون
ئي اوجاڳيل راتيون ان هاڪاري عمل جي تيارين ۾
گذاريون- اسان جي ان زماني جي زندگي، ڪنهن
جذباتي جاسوسي ڪهاڻي ڪان ڪنهن طرح به گهٽ نه
هئي. اسان سڀئي ڳالهيون راز ۾ رکندا هئاسين. اسان
جا خاص اشارا هوندا هئا. اونداهين ۾ لڪي لڪي
پنهنجا ريوالور ٺيڪ ڪندا هئاسون ۽ بم گڏ ڪندا
هئاسين. ان زماني ۾ اسان بس اهوئي سپنو ڏسندا رهندا
هئاسين. ان ڍنگ تي اسان ٻيون به ڪيتريون ئي
ڪوششون ڪيون پنهنجي انهن جذبن ۽ احساسن جي
اها گرم جوشي مون کي اڄ به ياد آهي، جا اسان کي
انتها پسندي ڏي وٺيو پئي وئي. پر اها حقيقت آهي
ته تشدد جي خيال سان يا ان تصور سان ته، وطن جي
ڇوٽڪاري لاءِ ضروري ۽ ڪارائتو قدم اهوئي آهي،
مون پنهنجي دل جي گهراين ۾، حقيقي سڪون
ڪڏهن محسوس نه ڪيو. منهنجي دل ۾ هڪ عجائب
گهر بنيل هئي، جتي وطن پرستي ۽ مذهب، سختي ۽
نرمي، شڪ ۽ يڪ، جهالت ۽ علم جا هڪ ٻئي سان
الجهيل جذبات ۽ سڀني جو هڪ عجيب ميلاپ هو-
پوءِ آهستي آهستي سياسي قتل جو اهو خيال، جنهن

مون کي ايتري قدر جوشيلو ڪري ڇڏيو هو. گهٽ ۾ گهٽ
وڏو ۽ ان هاڪاري عمل جي اهميت به منهنجي دل ۾
گهٽجي وئي.

اها رات اڄ به مون کي چڱيءَ طرح ياد آهي، جنهن
منهنجي سوچ ۽ فڪر جي ڌار کي موڙيو، ۽ مون
کي ڇرڪ ته ڪنهن سپني مان سجاڳ ڪري ڇڏيو هو.
ڪاروائي ڪرڻ جون سڀ تياريون مڪمل هيون. هڪ
اهڙي شخص جي چونڊ به ٿي چڪي هئي، جنهن کي
رستي تان هٽائڻ، اسان جي راهه ۾ ضروري هو. ان
شخص جي زندگيءَ جي حالتن، حرڪتن ۽ چرپر جو
ڳوڙهيءَ نظر سان مطالعو ڪيو ويو هو ۽ سڄو پلان
پوريءَ طرح تيار هو. رٿ اها هئي ته، جڏهن رات
جي وقت متيون شخص پنهنجي گهر وڃي رهيو هجي
ته، رستي ۾ ئي ان کي گوليءَ جو نشانو بڻائي ڇڏجي.
ان مهم لاءِ اسان ٽي ننڍا دستا ترتيب ڏنا هئا، هڪ
اهو جيڪو متيون شخص کي گوليءَ جو نشانو بڻائي
ها. ٻيو اهو جنهن جي حوالي چوڪسي ڪرڻ ۽ حملي
ڪندڙ دستي جي حفاظت جو ڪم هو، ۽ ٽيون دستو ان
ڪم تي مقرر هو ته ڪم پوري ٿيڻ کان پوءِ انهن
ٻنهي کي سهٽي نموني سان، اتان ڪڍي اچڻ جو انتظام

ڪريءَ مقرر ٿيل رات آئي ته، مان پاڻ به انهن دستن سان گڏ نڪتس. هر ڳالهه پلان مطابق پوري ٿيندي پئي وئي.

توقع موجب فضا بلڪل صاف هئي. اٺئي دستا پنهنجي پنهنجي مقرر ڪيل جڳهن تي نشانو وٺي ويهي رهيا. ٺيڪ اهو شخص پهتو، جنهن کي امان وطن جي راهه ۾ هڪ ڳرو پٿر سمجهندا هئاسين. ان جي سامهون ايندي ئي مٿس گولين جو وسڪارو ٿي ويو، حملو ڪندڙ ٽولو پنهنجي پهريدارن جي حفاظت ۾ واردات جي جاءِ تان هٽي آيو ۽ پوءِ ٽيون دستو انهن کي اتان بچائي ڪڍي آيو، ته مون به پنهنجي ڪار واپس موڙي.

هل هنگامون ۽ راڄ راڙي جي آوازن سان منهنجا ڪن ڦاٽڻ لڳا. عورتن جو پٽڪو ۽ روڄ راڙو، ٻارن جو ٻچي ٻچي روئڻ ۽ پوءِ مدد لاءِ رڙيون. مان پنهنجي انقلابي جذبات ۽ تاثرات جي طوفان ۾ ٻڏل هئس ۽ منهنجي ڪار ڊوڙي رهي هئي. پر مون، پوءِ به هڪ عجيب ڪيفيت محسوس ڪئي. آوازن ساڳيءَ طرح منهنجي ڪنن جا پردا پئي ڦاڙيا. رڙيون، ڪوڪون عورتن جو پٽڻ، سڏ ۽ دانهون. مان انهيءَ جڳهه کان

ايترو ڀري هليو آيو هوس جو انهن آوازن جو مون تائين
پهچڻ ناممڪن هو، پر پوءِ به انهن پٺي لڳو ڄڻ آواز
منهنجو پيڇو پيا ڪن. مان گهر پهچي بستري تي
ڪري پيس. منهنجو مٿو چڪرائجي رهيو هو ۽ منهنجي
دل ۽ ضمير ۾ هڪ هلچل مچل هئي. رڙيون، ڪوڪون
عورتن جو پٽڻ، سڏ ۽ دانهون — ڄڻڪ منهنجي ڪنن
جا پردا پئي ڦاٽا.

سڄي رات مون کي ننڊ نه آئي.

مان اوندهه ۾ بستري تي پيو رهيس، سگريٽ
تي سگريٽ ڦوڪيندو رهيس ۽ پنهنجي انقلابي خيالن
کي سلجهائيندو رهيس. پر دردناڪ رڙين جو پڙاڏو جهڪو
منهنجي پلئه پيو هو، سو انهن کي سلجهائيندو رهيو.
"ڇا مون اهو ٺيڪ ڪيو؟" مون پنهنجو پاڻ کان
سوال ڪيو ۽ پوءِ پاڻ ئي وڏي پڪ سان ورائيم،
"جيڪي ڪجهه ٿيو سو وطن خاطر ٿيو." پر ڇا رڳو
اهوئي طريقو وڃي رهيو هو ڇا؟ مون منجهندي جواب
۾ چيو، "اسين ان کان سواءِ ڪري به ڇا ٿي سگهياسين."
"ڇا واقعي ان هڪ ماڻهوءَ کي ختم ڪرڻ سان يا ان
جهڙن ٻين کي مارڻ سان، ملڪ جو مستقبل بدلجي
ويندو؟ ڇا صورتحال ان کان به زياده گنڀير ناهي؟"

۽ مون حيران ٿيندي وراڻيو، ”محسوس ته مان به ڪريان پيو ته صورتحال ان کان به وڌيڪ گنڀير آهي.“ اسين قوم جي عظمت جا سپنا پيا ڏسون، ته ان مقصد لاءِ ڪهڙي ڳالهه اهم آهي، ”جنهن کي وڃڻو آهي، ان جو وڃڻ يا جنهن کي اچڻو آهي، ان جو اچڻ.“

ائين لڳو، ڄڻڪ سوچن ۽ جذبن جي هجوم کي چيريندا ڪي روشن ڪرڻا اوچتو مون آڏو اچي ويا. مون جواب ۾ چيو، ”مقصد ته اهوئي آهي ته، جنهن کي اچڻو آهي، اهو اچي وڃي، اسين قوم جي عظمت جا سپنا پيا ڏسون ۽ قوم جي عظمت لاءِ ضروري شي تعمير آهي. ڪمرو سگريٽ جي دونهين سان ڀريل هو. احساس، جذبات ۽ پشيمانين جو ڌنڌ چئني پاسي ڇانيل هو. مان پنهنجي بستري تي پاسا وراڻي رهيو هوس. نيٺ مون پاڻ کان سوال ڪيو ته، پوءِ؟— ۽ گڏوگڏ مون کي اڻ ڏٺو آواز محسوس ڪيو، جنهن منهنجي ان سوال کي ورجايو— هن ڀيري مون پوري يقين سان جواب ڏنو— ته پوءِ ضروري آ ته، امان جي ڪم جو طريقو بدلجي وڃي. هاڪاري عمل اهو ته هرگز ناهي... معاملو ڏاڍو ڳهرو آهي. ان جون پاڙون پري پري تائين پکڙيل آهن. صورتحال ڏاڍي گنڀير ۽ دور رس

آهي. ان کان پوءِ ٿي مون کي لڳو ته منهنجي نفسياتي فضا صاف ٿي وئي آهي. ۽ منهنجي دل کي سڪون ملي ويو. پر ٻي گهڙي دردناڪ رڙيون، روڄ راڙو، عورتن جي پٽڪي ۽ سڏڪن جي آواز، جن جو پڙاڏو منهنجي دل جي گهراين ۾ اڃان تائين گونجي رهيو هو، منهنجو سک ڦٽائي ڇڏيو. بي اختيار منهنجي واتان نڪتو، "خدا ڪري ته هو بچي وڃي." ڪيتري نه عجيب ڳالهه آهي ته جنهن جي موت جي خواهش رات جو منهنجي دل ۾ پيدا ٿي، پره ڦٽيءَ جو مان ان شخص جي زندگيءَ لاءِ دعا گهري رهيو هوس. صبح جو مون بي تابيءَ سان اخبار کولي.... ۽ اهو ڏسي منهنجي خوشيءَ جي حد ئي نه رهي ته اهو شخص، جنهن جي قتل جو مون منصوبو ناهيو هو، نقشو بڻايو هو، اهو بچي ويو.

بهرحال بنيادي الجهن اها نه هئي. اصل بنيادي مسئلو ته هاڪاري عمل جو ٿيڻ هو. ۽ ان وقت کان وٺي ئي صحيح فڪر شروع ٿيو. اسان انهي ڳالهه بابت غور ڪرڻ شروع ڪيو، جنهن جون پاڙون گهرائي ۾ ڦهليل هيون، جنهن جا ڏاڍي گنڀير ۽ دور رس هئي. ان وقت کان ئي اسان ان تصوير جو بنيادي خاڪو

اپارٽ شروع ڪيو، جنهن جو پورائو ٢٣ جولاءِ جي رات ٿيو. اها تحريڪ اها هئي جيڪا، قوم جي دلين مان اڀري هئي. اهو آهو انقلاب هو جيڪو، قوم جي تمنائن جو گهر هو. اهو ته انهن اصلاحاتن جو پورائو هو، جيڪي ان کان اڳ، وطن جي مستقبل کي سنڀالڻ ۽ سنوارڻ لاءِ اپنڊا رهندا هئا.

مون پنهنجي گفتگو جي شروعات ٻن سوالن سان ڪئي هئي. پهريون اهو ته اسين ڪرڻ ڇا ٿا چاهيون؟ ٻيو اهو ته اسان جو رستو ڇا هجي؟ ۽ مان اهو به چئي چڪو آهيان ته، پهرين سوالن جو جواب ته جيڪي ڪجهه اسين ڪرڻ چاهيون ٿا، ان جو طريقو ڇا هجي؟ ۽ اهي تفصيل ان جا هئا، جيڪي مون پيش ڪيا ۽ ڳالهه، وقتي ٢٣ جولاءِ تائين اچي پهتي.

پر هاڻ سوال اهو آهي ته جيڪي ڪجهه، ٢٣ جولاءِ تي ٿيو، ڇا اسان اهوئي ڪجهه ڪرڻ پئي چاهيو؟ ان جواب پڪ سان ”نهڪر“ ۾ آهي. ٢٣ جولاءِ وارو واقعو منزل ڏانهن پهرين وک هيو. ٢٣ جولاءِ تي، جيڪا ڪاميابي ملي، ان جي خوشيءَ سان، مان ڪنهن وهم ۾ نه ٿو پوان مون هڪڙي گهڙي لاءِ به اهو محسوس ڪونه ڪيو ته، اسان جون سموريون اميدون پوريون ٿي ويون

آهن ۽ بهار جي مند اچي پهتي آهي، پر صحيح ڳالهه
ته شايدان جي ابتڙ آهي. مون اکيان ته، هر گهڙي،
جيڪو ايندو رهيو، اهو هڪ نئين تحريڪ ۽ نئين
انقلاب لاءِ تازي ڪمڪ ۽ هڪ وڏيڪ انتقام جو جذبو
پاڻ سان آڻيندو رهيو ۽ ڪونه ڪو ڳرو بار الڄاڻائي ۾
منهنجي ڪلهن تي وجهندو ويو.

مان پهرين حصي ۾ اها ڳالهه چئي چڪو آهيان
ته، ٢٣ جولاءِ کان اڳ مون اهو سوچيو هو ته سڄي
قوم اڳتي وڌڻ لاءِ تيار آهي ۽ انتظار رڳو ان ڳالهه
جو آهي ته ڪو هراول دستو اڳتي وڌي ان لوهي
ڪوٽ کي ڪيرائي وجهي، جيڪو انهن جي رستي
۾ رڪاوٽ بڻيل آهي. بس پوءِ ته سڄي قوم هڪ وڏي
منظم لشڪر جيان هڪدم اڳتي وڌڻ شروع ڪري
ڏيندي. مان اهو به ٻڌائي چڪو آهيان ته، اسان جو
پنهنجي باري ۾ اهو خيال هو ته، اسان جي حيثيت
رڳو سپهه سالار ۽ هراول دستي جي هوندي. اسان جي
ضرورت ڪجهه گهڙين کان وڌيڪ ناهي. ان کان پوءِ
منظم قومي فوج، پاڻهي اڳتي وڌي ويندي. پهرين
ڀاڱي ۾ مان، اوهان آڏو، ان جو نقشو به پيش ڪري
چڪو آهيان ته، ان وقت قوم ۾ ڪيترين شديد

ٽولي بازيون هيون ۽ ڪيڏي ٻيءَ ڊاھ، ۽ بدانتظامي قائل
هئي. ساڙ، ڪينو، لالچ ۽ ٻيچ نه اهڙي هئي، جو هر هڪ،
انهيءَ ڪوشش ۾ هو ته، انهيءَ انقلاب کي پنهنجي انانيت
۽ پاڻ پڻي جو هٿيار بڻائي، ڪنهن طرح پنهنجا ذاتي مقصد
پورا ڪري. مان اهو به چئي چڪو آهيان ۽ سدائين
چوندو رهندس ته، اهو ڏيک منهنجي زندگيءَ ۾، سڀ
کان وڏو ۽ ڏاڍو ڏکائيندڙ سانحو آهي. ان لاءِ مڃڻو
پوندو ته، جيڪي ڪجھ ٿيو، اهو سڀ بنا ڪنهن
سوچ ويچار جي ڪونه ٿيو هئو. اسان وٽ بجليءَ جو
ڪو اهڙو بٽڻ ڪونه هو جنهن کي رکو دٻائڻ سان،
اسان جا سڀ سپنا ساڀيان جو روپ وٺن ها. نه ئي
اهو ڪجھ ٿيڻ جوڳو هو ته صدين جون گڏ ٿيل
نفرتون ۽ ڪيترن ئي نسلن جي اخلاقي ڪمزورين جو
ڍڪ اک ڇنڀ ۾ صاف ٿي وڃي.

اها ته سولي ڳالھ هئي- ان وقت به ۽ هاڻ به،
ته اسين ڏهن ورهن ڇٽن کي ماري ڇڏيون ها ۽ اهڙي
ريت وسوسڙيل ماڻهن جي دلين ۾ خوف ۽ ڌڪاءُ پيدا
ڪري، سندن لالچ، حسد، ساڙ، ڪيني ۽ خود غرضين
کي دٻائي ڇڏيون ها. پر اهڙين ڪاروائين مان حاصل
ڇا ٿئي؟ منهنجي راءِ ۾ ته، ڪنهن ڳالھ کي سلجهائڻ
۽ ڏکن ڏکيائين کي نهوڙي ناس ڪرڻ جو طريقو

رکيو اهو آهي ته، ان جون پاڙون ڳولهيون وڃن ۽ ان مسئلي
کي ڳولهيو وڃي، جتان شروعات ٿي هجي. جن تاريخي
حالتن مان اسان جي قوم گذرندي رهي آهي، انهن
حالتن جيڪي اثر اسان تي ڇڏيا آهن يا جيڪي ڪجهه
اسان کي ڏنهيو اٿن، انهن کان اکيون پوري، جيڪڏهن
ملڪ ۾ تشدد، ڦر ڦڪڙ ۽ لٽ بازي ڪئي وڃي ها،
ته اهو سراسر ڏاڍ هو. اهو مان اڳ ئي چئي چڪو
آهيان ته آئون تاريخ جو ڪو پروفيسر يا ايڏو وڏو
ڄاڻو هئڻ جي دعويٰ نٿو ڪرڻ چاهيان ۽ نه ئي اها
ڳالهه ڪڏهن مون سوچي به آهي. مان تاريخ جي ڪنهن
سيڪڙات شاگرد جيان تاريخي حالتن جو بلڪل سڌو
۽ ساڌو جائزو وٺڻ جي ڪوشش پيو ڪريان.

اسان جي ملڪ جي قدرتي حالتن ڪري اسان جو
ملڪ دنيا جو چوڌاري بڻجي وڃي. گهڻائي پيرا ان کي
لشڪرن جو لنگهه بڻجڻو پيو ۽ ڪيترائي پيرا ان کي
ٻاهرين قسمت آزمائيندڙ لالچين، پنهنجي لالچ ۽ هوس
جو نشانو بڻايو. زماني جي ڦيرن گهيرن ۾ هن تي
اهڙيون حالتون ايندڙيون رهيون جو، جيستائين ان پوري
آتر ڪتا کي سامهون رکي ان جو تجزيو نه ڪيو ويندو
تيستائين انهن ڳالهين جو صحيح سبب ڳولي لڌائڻ،

جيڪي اسان جي قوم جي ذاتين ۾ پوريل آهن، اسان لاءِ ڏاڍو ڏکيو آهي. منهنجي راءِ ۾ ته فرعونن جي عهد جي تاريخ، پوءِ مصري ۽ يوناني تهذيب جو هڪ ٻئي تي اثر ۽ تاثر، وري رومين جي ڪاهه ۽ ان کان پوءِ اسلام جي سوڀ ۽ عربن جي ٽولن جي ٽولن جو اچي هتي وسڻ. انهن ڪنهن به هڪ کي نظر انداز نٿو ڪري سگهجي. ان کان سواءِ، منهنجي راءِ ۾، انهن حالتن ۽ ڪيفيتن جو جائزو وٺڻ به ضروري آهي، جن مان اسين ”وچئين دور“ ۾ گذريا هئاسين. ڇو ته اڄ اسين جنهن جڳهه تي آهيون، انهيءَ جڳهه تي اسان کي، انهن حالتن ۽ ڪيفيتن ئي پهچايو آهي- صليبي جنگون جيڪڏهن يورپ وارن لاءِ نئين سجاڳي جو روشن صبح هيون ته، اسان لاءِ وچئين دور جي اونداهيءَ رات جي شروعات. صليبي جنگن جي خرچن جو بار گهڻو ڪري اسان جي قوم کي ئي کڻڻو پيو. هو، ايتريقدر جو انهن جنگن، ڪٻن سڄو ۽ پيڻگيو ڪري ڇڏيو هو ۽ سندن ڇيلهه ڀڃي رکي هئي. اڃان هنن پاڻ سنڀاليو ئي ڪونه هو ته، انهيءَ زماني ۾ منگولن ۽ سامراجين جي گهوڙن ڪين پنهنجي سنبن سان لتاڙيو. اهي مصر ۾ غلامن جي حيثيت سان آيا هئا، پر پنهنجي اميدن کي دوکي سان قتل ڪري

ڪري پاڻ انهن جاه نشين بڻجي ويا. ڏاڍ، ڏمر، تباهي ۽ بربادي، انهن جي دؤر جون ظاهري خاصيتون آهن ۽ انهن جي اها حڪومت، هن ترقيءَ ڪان وانجهي ملڪ ۾، ڪافي وڏي عرصي تائين قائم رهي. ان دؤر ۾ اسان جو وطن هڪ اهڙو وڏو جهنگل بڻجي ويو هو، جتي هر طرف وحشي جانور ڦرندا رهندا هئا. جيڪي هن ملڪ کي سڄو سمجهندا هئا ۽ ان غنيمت جي مال جي حصن ۽ پتين تي هڪ ٻئي کي کهندا رهندا هئا. اهو ڦر جو مال ڪهڙو هو؟ اسان جون جانيون، اسان جو مال، ملڪيت ۽ اسان جون زمينون

ڪڏهن ڪڏهن جي مان پنهنجي تاريخ جا ورق اٿلائيندو آهيان ته، اهو ڏسي منهنجي دل ڏک مان ڳيا ڳيا ٿي پوندي آ ته، ان زماني ۾ ظالمن جون ڪهڙيون ڪهڙيون جاگيرون ملڪ ۾ پکڙيون پيون هيون! اسين جاگيرداڻي نظام ۾ جڪڙيل هئاسين. ان نظام جي هٿن ۾، جنهن اسان جي رڳن مان غيرت ۽ قوت جو احساس به چوسي ورتو هو ته اسان جي دل جي گهراين ۾ پنهنجو اهڙو اثر ڇڏيو جنهن مان پوري ريت ڇوٽڪاري لاءِ اسان کي ججهو وقت جدوجهد ڪرڻي پوندي. مثال طور- ان هڪ ڳالهه کي وٺو، مون کي ائين ٿو لڳي

جڏهن ته ڪوڙسارا ماڻهو تماشاين جيان پري بيٺا، اهڙي طرح اسان جي انقلاب جي تحريڪ جو تماشو ڏسندا رهيا، جڏهن ته انهيءَ انقلاب سان ڪين ڪوبه دلي لڳاءُ ڪونه هئو پر ڪين رڳو نتيجي جو اوسيڙو هو، ته ڏسون، انهن وڙهندڙ قوتن مان ڪٿي ڪير ٿو، جڏهن ته انهن پنهين قوتن مان، ڪنهن سان به سندن ڪوبه لڳ لاڳاپو ڪونه هو. ڪڏهن ڪڏهن ته اها ڳالهه سوچي منهنجي رت ٿهڪي پوندو آهي ۽ ڪڏهن دل ئي دل ۾ يا پنهنجي دوستن کي بي اختيار چئي ڏيندو آهيان ته ”نيٺ اهي ماڻهو اڳيان ڇو نٿا اچن؟ پنهنجي تهه خانن مان ٻاهر ڇو نه ٿا نڪرن؟ ڪجهه چون ڇو نٿا؟ ڪجهه ڪن ڇونٿا؟“ پر انهيءَ ڳالهه سواءِ ان جو ٻيو ڪوبه ڪارڻ نه ٿو ملي ته، اهي غلاميءَ جي دؤر جون ئي برڪتون ”آهن.“ مملوڪن ”جي ان دؤر ۾ امير هڪ ٻئي کي کهندا رهندا هئا، انهن جا فوجي، ڪلهي عام هڪ ٻئي سان اٽڪي پوندا هئا ۽ ماڻهو انهن کي ڳيڙجندي ڏسي، ڀڄي وڃي پنهنجي گهرن ۾ لڪندا هئا ۽ دروازا بند ڪري ڇڏيندا هئا ته جيئن، اسان ان جهڳڙي کان پري رهون، اسان جو انهن سان ڪهڙو واسطو؟ ڪڏهن ته ائين لڳندو آهي جڻ اسين رڳو خيالي دنيا ۾ ٿا

رهون ۽ چاهيون ٿا ته اسان جا خيال ڏي پنهنجي اڏام ۾ اسان جي مڙني خواهش جو پورائو ڪري ڇڏين. بس پنهنجن انهن خيالن ۾ ئي، آفيمين جيان گم ٿا رهون پر گهڙي ٻه هٿ پير نٿا هڻون. ڪيترائي ماڻهو آهن جيڪي اڃان تائين، ان نفسياتي مرض کان آجا نه ٿي سگهيا آهن، ۽ اها ڳالهه اڃان تائين، انهن جي ذهن ۾ ناهي آئي ته، هي انهن جو پنهنجو ملڪ آهي، هوئي ان جا اڳواڻ آهن، انهن جي راءِ ئي راءِ آهي ۽ انهن جو حڪم، مون کي ياد آ ته ننڍي پڻ ۾ جڏهن ٻه مان جهاز اڏندي ڏسندو هئس ته رڙيون ڪندو هئس، ”اي الله انگريزن تي ڪا آفت آڻ!“ پر پوءِ جڏهن مون ان جملي جو اصلي مفهوم ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي ته، خبر پئي، اهو جملو ته اسان کي ورثي ۾ مليل آهي ۽ ”بادشاهن“ جي دؤر کان سينن ۾ سانڍيو اچي. ان زماني ۾ اهو جملو انگريز لاءِ استعمال نه ٿيندو هو. ايتري تبديلي ته اسان يا اسان جي انهن احساسن ڪئي آهي جيڪي اسان جي دلين ۾ ديهل هئا. پر ان جي تهه ۾ جيڪو جذبو لڪل هو، اهو ساڳيوئي جاري رهيو. ان ۾ ڪابه تبديلي ڪانه آئي، رڳو ڏاڍ جو نالو بدلجي ويو. اسان جا ابا ڏاڏا رڙيون ڪندا هئا ۽ چوندا

هئا: ”اي مولا! عثمانين جو خاتمو ٿئي!“ ها اهو جملو
پنهنجي انهيءَ جذبي ۽ احساس سان، اسان جي زبانن
تي به جاري رهيو. فرق رڳو ايترو ٿيو ته، ان وچ ۾،
جيڪي سياسي تبديليون آيون ۽ انهن پنهي دؤرن وچ
۾ مصر تي جيڪي ڏک ڏولاوا اچي مٿان ڪڙڪيا
انهن ڪارڻ ڪري عثمانين جي جڳهه تي هاڻ، انگريزن
جو نالو هو. ”بادشاهن“ ڪان پوءِ ڇا ٿيو؟ فرانسيسي
آيا ۽ انهن اهي لوهي ديوارون ڊاهي وڌيون، جيڪي
تاتارين اسان جي چوڌير ٺاهيون هيون. انهن پنهن جي
ڪرڻ سان ٿي، اسان تي نون فڪرن ۽ نظريـن جي
ڪاهه ٿي ۽ اسان اڳيان اهي اڻ ڄاتيون حقيقتون ظاهر
ٿي پيون، جن جي اسان کي خبر ٿي نه هئي ”محمدعلي“
۽ سندس خاندان جا سڀ خيالات ته ڪين ”بادشاهن“
ڪان ٿي ورثي ۾ مليا هئا، پر هنن انهن پراڻن خيالن
کي گهرج موجب اڻويهين صديءَ جو لباس ڍڪائي
پيش ڪيو. اهڙيءَ طرح، يورپ ۽ ٻي سڄي دنيا سان
اسان جو لاڳاپو نئين سر شروع ٿيو ۽ نئين سڄاڳي
آڏي ۽ سڄاڳيءَ سان گڏ ٿي نئين بحران جي شروعات
ٿي. منهنجي خيال ۾ ته اسين، ان مريض جيان هئاسين،
جيڪو هڪ عرصي ڪان بند ڪمري ۾ پيو هجي ۽

ڪمري جي گرميءَ جو درجو دم گهٽجڻ جي حد
تائين وڌي چڪو هجي. اوچتوئي اوچتو تيز اندازي
اٿي، جنهن مڙني دربن ۽ دروازن کي ٽوڙي ڇڏيو ۽
پگهر ۾ ٻڏل بيمار جي جسم تي، ٿڌي هوا جا جهوٽا
لڳڻ لڳا. بيمار کي گهرج ته هوا جي نرم ۽ هلڪن
جهوٽن جي هئي پر هتي ته تيز اندازي ۽ طوفان اچي
ويو. نتيجو اهو نڪتو ته، بيمار جي ڪمزور ۽ ڏٻري
جسم کي بخار اچي ورتو. بلڪل ائين ٿي، اسان سان به
ٿيو ۽ اهو تجربو اسان لاءِ بيشمار خطرن سان ڀريل هو.

يورپ جو سماجي ارتقا ته هڪ ترتيب سان آهستي
آهستي عمل ۾ آئي. وچئين دؤر کان پوءِ، جڏهن نئين
سجاڳي شروع ٿي ته، اوڻويهين صدي جي وچ وارا
مرحلا، هن ڏاڪي به ڏاڪي طئه ڪيا. پر اسان وٽ
اهو سڀ ڪجهه اچانڪ ۽ هڪدم ٿيو. اسان جي زندگي،
لوهي ديوارن پويان پئي گذري ۽ اها ديوار اوچتو
ڪري پئي. اسين سڄي دنيا کان ڪٽيل ۽ زماني کان
به بلڪل الڳ هئاسين. خاص ڪري ان دؤر ۾ جڏهن
”راس اميد“ کان اوڀر جي ملڪن جي واپار جو
رستو بند ٿيو ۽ يورپي ملڪن جون لالچي نگاهون
اسان ڏي کڄڻ لڳيون، جو ته انهن جون اهي بيٺڪون

جيڪي اوپر ۾ ذڪر ۾ هيون، تن تائين پهچڻ جو ويجهو رستو، اسان جي ئي سر زمين مان ئي گذريو. بهرحال جديد خيالن ۽ فڪرن جي هڪ پوڙ اسان ڏي ڌوڪي پئي، جڏهن ته اسين اڃان ان جي اهميت جو پورو ڪاٿو ڪرڻ جي لائق به نه هئاسين.

اوڻويهين ۽ ويهين صدي جا قدر جيتوڻيڪ اسان ۾ مختلف پهلوئن کان پنهنجي ناهي چڪا هئا، پر اسان جا ذهن اڃا تائين، تيرهين صدي جي کنڊرن ۾ آباد هئا. پوءِ به اسان جو عقل ۽ سوچ اڳتي وڌندڙ انساني قافلي تائين پهچڻ لاءِ جاکوڙ ڪري رهيا هئا. ان انساني قافلي تائين جنهن کان اسين پنج صديون يا شايد اڃان به ڪجهه گهٽ پوئتي رهجي ويا هئاسين. منزل ڏاڍي ڏڪائيندڙ هئي ۽ ان تائين پهچڻ لاءِ ڊوڙ، ڏاڍي خوفائتي.

انهن ئي حالتن ڪري اسان ملڪ ۾ ڪا مضبوط ۽ متحده راءِ عام پيدا نه ٿي سگهي هئي، ڇو ته فردن ۽ نسلن جي درميان نفاق وجهندڙ قوت، مضبوط به هئي ته عام به. هڪ وقت مون تي اهڙو به گذريو، جو مون کي شڪايت هئي ته، ماڻهن کي ان جي ڪا خبر ئي ناهي ته اهي چاهن ڇا ٿا؟ تنهن ڪري ئي اهي، ان جي حاصل ڪرڻ لاءِ، ڪو هڪڙو رستو

وٽن ٿي متفق نہ ٿا ٿين. پر پوءِ محسوس ٿيو تہ، مان
هڪ اڻ- ڏٺي ڳالهہ جي آس پاس ڪريان. مون تہ
پنهنجي قوم ۽ معاشري جي حالتن کي بلڪل نظرانداز
ڪري ڇڏيو آهي. اسين تہ هڪ اهڙي معاشري ۾ آهيون
جنهن کي اڃان تائين وڏن ويڙهن جو موقعو ئي ناهي
مليو. هي تہ اڃان بحرانن ۽ وڪوڙن ۾ قائل آهي.
ڪيئن ترقي ڪرڻ ۽ اڳتي نڪري ويل قومن جي قافلي
سان وڃي ملڻ لاءِ وقت ئي ڪٿي ڏنو ويو آهي. تنهن
هوندي بہ منهنجو، ماڻهن جي جذبي جي تعريف ڪرڻ
۾ اهو چوڻ اجايو نہ ٿيندو تہ اسان جي قوم جي جاءِ
تي جي ڪا ٻي قوم هجي ها تہ، هيستائين دنيا جي
گولي تان ئي مٽجي وڃي ها. مصيبتن جي ڇولين، جهڙي
طرح اڳتي وڌي اسان کي پنهنجي گهيري ۾ وٺڻ جي
ڪوشش ڪئي، سي ٻي ڪنهن قوم کي ڪڏهوڪو
ختم ڪري ڇڪيون هجن ها. پر اسين، سخت کان
سخت طوفانن ۽ زلزلن ۾ بہ اٽل رهياسين. اهو سچ آهي
تہ ڪن حالتن ۾ اسان جو توازن بگڙيو بہ هجي، پر
گهڻو ڪري اسين پنهنجن پيرن تي بيٺا رهياسين ۽
ڪٿي بہ ڪوڏا نہ ڪوڙياسين. قاهره جهڙي ڳاديءَ واري
هنڌ جي آباديءَ جي هزارن عام گهراڻن مان، جنهن

به گهرائي کي ڏسان ٿو ته، پيءُ جيڪڏهن اڄ ڳوٺائو گوڏ
ٻڌل هاري ٿو لڳي ته ماءُ ترڪي نسل جي ڪا عورت.
ڇوڪرا انگريزي اسڪولن ۾ پيا پڙهن ته ڇوڪريون
فرينچ اسڪولن ۾- اهي سڀ ڳالهيون ٽيرهين صديءَ
جي پساهه ۾ ويهين صدي جي ظاهري حقيقتن جي وچ
جون آهن. مان انهن حالتن کي ٿو ڏسان ته، قوم جي
ڏڪائيندڙ پڙڪيل ۽ تباهي آڻيندڙ خيال پوريءَ ريت
منهنجي سمجهه ۾ اچي ٿا وڃن ۽ منهنجي دل کي
اڏهن ٽيڪون ڏيندو آهيان ته "جالڏي هي سوسائٽي،
صاف ۽ پاڪ ٿي گل جيان ٽڙي پوندي." سندس سڀني حصن
کي پائدار ۽ سگهاري شڪل ڏئي، ڪيس هڪ اڳتي
وڌندڙ سگهاري ٻڌيءَ ۾ آندو ويندو. هي ته عارضي دؤر
آهي، اسان کي چپ ۽ سهپ کان ڪم وٺڻو پوندو.

پوءِ به اڄ جيڪي حالتون اسان جي اڳيان آهن
انهن جي سببن مان هڪ اهو به آهي ته، اها ڪيفيت
به انهن ٿي چشمن مان ڦٽي نڪتي آهي، جن مان
مشڪلاتون، مسئلا ۽ بحران ڦٽي نڪرندا آهن. هاڻ
جيڪڏهن انهن سڀني سماجي عنصرن ۾، انهن حالتن
کي به شامل ڪجي، جن جي بنياد تي اسان 'فاروق'
کي تخت تان لاهي ڦٽو ڪيو، ۽ پوءِ انهن سببن کي

۾ پيش ڪريان، جن جي بنياد تي، اسان پنهنجي هن سر زمين کي هڪ، غير ملڪي سپاهي جي وجود کان پاڪ ڪرڻ چاهيون ٿا، ته خبر پوندي ته اسان جي عمل جو دائرو ڪيترو نه وسيع آهي. اهو عمل جو دائرو، جنهن کي اڄ ڪله چئني پاسن کان اندارين گهيري ويا آهن، سخت طوفان اٿي پيا، ڪنوڻيون پيون ڪڙڪن، گوڙون پيون ٿين. اهو عمل جو دائرو، جنهن بابت مان هينئر چئي چڪو آهيان ته، ان مڙني حالتن ۽ مشڪلاتن هوندي، جي هتي تشدد ڪيو وڃي ها ته، اهو وڏو ظلم هو. ته پوءِ پهو ڪهڙو رستو آهي؟ ۽ ان راهه ۾ خود اسان جو ڪردار ڪهڙو آهي؟ جواب اهوئي آهي ته صرف هڪ رستو باقي بچيو آهي معاشي ۽ سماجي آزادي- ۽ ان مهم ۾ اسان جو ڪردار؟ اهوئي جيڪو هڪ چوڪيدار جو هوندو آهي. صرف هڪ چوڪيدار جو نه ان کان وڌيڪ نه ان کان گهٽ ۽ ظاهر آهي ته چوڪيداري جي اها خدمت هڪ مقرر ٽيل وقت لاءِ هوندي آهي. اڄ اسان جي قوم جو مثال ان قافلي جهڙو آهي، جنهن کي ڪنهن نه ڪنهن مقرر ٿيل رستي تي وڃڻ گهربو هو، پر ان جو رستو ڏاڍو ڏکيو ٿيندو ويو، ڪڏهن اڻانگهين راهن ۾ مشڪلاتون آيون،

ڪڏهن ڦورو ۽ لٽيرن انهن جو رستو روڪيو، ڪڏهن
ڪين رڃ رلايو ۽ نيٺ قافلو ڇڙوڇڙ ٿي ويو ۽ جنهن
کي جيڏانهن آيو، اوڏانهن نڪري پيو. انهيءَ صورت
۾ اسان جي مهم به، ان ماڻهوءَ جي مهم جهڙي آهي،
جيڪو انهن مڙني ڏراس ڏيل، منتشر خيال، ڇڙوڇڙ ۽
ڀٽڪيل ماڻهن کي گڏ ڪري، نئين سر قافلي جي
شڪل ۾ صحيح رستي تي آڻڻ لاءِ، نڪري پيو هجي.
اسان جي مهم ته بس اهڙي ئي آهي، ان کان سواءِ
ٻي ڪنهن حيثيت جو مان تصور به نٿو ڪري سگهان.
مان جيڪڏهن ائين سوچيان ها ته اسين وطن جي مڙني
مشڪلاتن جو حل ڪڍي وٺنداسين، ته اها سراسر اسان
جي ڀل هجي ها، پر اها ڀل ڪڏهن به منهنجي دل
۾ پيدا نه ٿي ۽ نه ئي مون کي اهڙي وهم پرستيءَ
سان ڪا دلچسپي رهي آهي- نه اسين ائين ڪري سگهون
ٿا ۽ نه ئي ڪا اهڙي مهارت رکون ٿا جو اڻ ڳڻي
بار کي پنهنجي مٿان وجهون. اسان جو ڪم ته- جيئن
مون هاڻ هاڻ چيو، صرف اهڙو آهي ته رستي جا اهڃاڻ
چٽا ڪريون ۽ ڀٽڪيل ماڻهن کي نئين سر گڏ ڪري
رستي تي آڻيون، ته جيئن سندن سفر وري شروع ٿي
وڃي. اسان جي مهم رڳو اهڙي آهي ته، جيئن ڪي رڃ

پڌران پيا ٻوڙن، انهن کي وٺي، اهو سمجهايون ته اوهان دوکي ۾ آهيو. مون کي پورو احساس هو ته اها مهم به اوتري آسان ڪانهي. اها به خبر هئم ته، ان مهم ۾ اسان کي پنهنجي مقبوليت به ڪافي قربان ڪرڻي پوندي، پر اسان کي ته هر صورت ۾ سچائي کان ڪم وٺڻو هو ۽ قوم جي عقل ۽ ذهن کي جاڳائڻو هو. اسان جا اڳيان، قوم کي دوکي ۾ رکڻ جا عادي هئا. ۽ ماڻهو جهڙيون جذباتي ڳالهيون ٻڌڻ چاهيندا هئا، اهڙيون ئي ڳالهيون اهي انهن کي ٻڌائيندا هئا. ڪيترو سولو آهي ماڻهن جي جذبات کي هوا ڏيڻ ۽ ڪيڏو نه ڏکيو آهي ماڻهن جي سوچ ۽ فڪر کي اڀارڻ، جذبات ته اسان سڀني جا هڪ ئي آهن، پر عقل هڪ ناهي، ان ۾ وڏو فرق ٿيندو آ. ماضيءَ جا مصري سياستدان ڏاڍا چالاڪ ۽ متين حقيقت کان چڱي طرح واقف هئا، تنهن ڪري هو هميشه قوم جي جذبات کي اڀاريندا رهيا، سوچ ۽ فڪر کي ته انهن رڻ ۾ رولڻ لاءِ ڇڏي ڏنو هو. اهو سڀ ڪجهه اسان به ڪري ٿي سگهياسين. اها قوت اسان وٽ به هئي ته ٻگهيون ٻگهيون ڳالهيون ڪري ماڻهن کي ڇيڙي ڇڏيون ها، جن جي حيثيت خواب ۽ خيال کان وڌيڪ ڪجهه ناهي ۽ هو ان نشي

۾ ٻڌل رهن ها يا اهڙي طرح اٿي پون ها، جو سواءِ
ڪنهن سوچ سمجهه جي، اهڙو قدم قدم کڻن ها، جنهن
لاءِ نه ڪي ٻهريان ڪا رٿابندي ڪئي ويئي هجي ها ۽ نه
ڪي سامان ۽ ٻيو ڪجهه مهيا هجي ها. يا اٿين ٿي ها
ته، انهن جي نڙي اٿين ٿي رڙندي رڙندي ويهي وڃي
ها ته، ”اي خدا!... انگريزن کي تباهه ڪر!“

بلڪل اهڙيءَ ريت جيئن اسان جي وڏن جا آواز
رڙندي رڙندي ويهي ويا هئا ته: ”اي پالڻهار! عثمانين
کي ختم ڪر!“ پر ان ڪان پوءِ؟ - ڪجهه نه رهي
ها. پر ڇا، اها ڪي سهم هئي، جنهن جي پوراڻيءَ لاءِ
قدرت اسان کي ڇولڊو هو؟ جيڪڏهن اسين به ان
راهه تي ڏڪري پئون ها ته ان مان ڇا ملي ها؟ مان
شروعات ۾ اهو چئي چڪو آهيان ته، انقلاب جي
ڪاميابي، حال ۾ حقيقت ڪان پوريءَ طرح واقفيت ۾
بجليءَ جهڙي سرگرميءَ تي ٻڌل هوندي آهي. هاڻ ان
۾ منهنجي طرفان ايترو واڌارو ڪري ڇڏيو ته، انقلاب
جي ڪاميابي لاءِ اهو به ضروري آهي ته خوبصورت
جذباتي لفظن ۽ ڪوڪلين ڳالهين ڪان پرهيز ڪئي وڃي.
شهرت، مقبوليت يا زنده باد جي نعرن ۽ داد جي جوشيلن
تاڙين کي ٻئين پويان اڇلي، وک رکو انهن ڪسن

جي پورائي لاءِ اُڪنڊي وڌائيندي، جيڪي انقلاب لاءِ گهربل هجن. نه ته انقلاب واري سونپيل ڪم ۾ ان جي فرض ۾ سخت ڪوتاهي ٿيندي.

ڪيترن ماڻهن مون کي چيو ته، "توهان ڪيترن ئي ماڻهن کي ناراض ڪري ڇڏيو آهي." پر انهن ڳالهين جو جواب مون وٽ سدائين اهو هوندو هو ته "ماڻهن جي ڪاوڙ جو اثر صورتحال تي ڪونه ٿو پئي. اصل ڳالهه اها آهي ته، ماڻهن جي ڪاوڙ ديس جي مفاد خاطر آهي يا ڪنهن ٻئي ڪارڻ ڪري؟" مون کي پورو احساس هئو ته، اسان وڏن وڏن جاگيردارن کي سخت چيڙائي وڌو هو. پر ڪو ٻڌائي ته انهن کي چيڙائڻ کان سواءِ، اسان وٽ ٻي ڪهڙي راهه هئي؟ ڇا اسين اهو ڏسندا رهون ها ته، هن ملڪ ۾ هڪڙي پاسي ته اهي ماڻهو هجن، جيڪي لکين ايڪڙ زمين تي قبضو ڪيو ويٺا هجن ۽ ٻئي پاسي اهي ماڻهو جن وٽ ايتري به زمين نه هجي، جو مرڻ کان پوءِ ان ۾ پاڻ پورائي سگهن؟ مون کي پورو پورو احساس آهي ته، اسان پراڻن سياستدانن کي به ڪاوڙائي ڇڏيو هو. پر ڇا اهو ممڪن هو ته اسان انهن کي نه ڪاوڙايون ها؟ اسين وطن کي انهن جي لالچ ۽ هيچ جو سٿيو آکر بڻجڻ لاءِ ڇڏي

ڏيون ها؟ ڪنهن 'عهدن جي لٽ' تي هڪ ٻئي سان وڙهندي ڏسندا رهون ها؟ مون کي اهو به احساس آهي ته، اسان ڪيترن ئي سرڪاري آفيسرن کي پيرن هيٺان لتاڙيو ڏيئي ڇڏيو، پر ائين نه ڪريون ها ته ڇا ڪيون ها؟ ڇا اهو ممڪن هو ته، حڪومت جي بجيٽ جو اڌ کان وڌيڪ حصو ته انهن جي پگهارن تي اڏائي ڇڏيون، پر اسان کان ايترو به نه ٿي سگهي ته — جيئن هاڻ اسان ڪيو آهي، ته چار ڪروڙ پائونڊ پيداواري منصوبن (Reproductive Projects) جي لاءِ ڪڍي سگهون. آخر ڪهڙو حشر ٿئي ها، جي اسين به پراڻن سياستدانن جيان، سرڪاري خزاني جو منهن کولي، سڀ ڪجهه سرڪاري آفيسرن تي لٽائي ڇڏيون ها، توڙي ان کان پوءِ طوفان ڇو نه اچي وڃي ۽ ٻئي سال حڪومت انهي لائق ئي نه رهي، جو پنهنجن ملازمن کي پگهار ڏيئي سگهي. پر ان جو به ته ڪاٿو لڳايو، ته اهڙن ماڻهن جي خوشامد تي اسان جي ديس کي پنهنجن آسن اميدن ۽ آئيندي جو ڪيترو وڏو حصو قربان ڪرڻو پوي ها؟

اسان جو ڪردار ته اهوئي آهي ۽ اهو ڪردار پنهنجو پاڻ اسان جي ديس جي تاريخ اسان مٿان لاڳو

ڪيو آهي، تنهنڪري ان ڪان بچڻ جي هاڻ ڪابه
وٿي ناهي؛ هر حال ۾ ان فرض کي پورو ڪرڻو آهي،
چاهي ان جي ڪيتري به قيمت ڇو نه ڀري ڏيڻي
پوي. پنهنجي ان ڪردار کي سمجهڻ ۾، اسان ڪنهن
به غلط فهمي جو شڪار نه ٿياسين ۽ نه ئي پنهنجي
فرض جي نوعيت ڪڏهن اسان جي نظرن کان هٽي، جيڪا
اسان تي لاڳو هئي. هيئنر تائين اسان جيڪي قدم کنيا
آهن، انهن جو مقصد ماضي جي زخمن جو ڀرڻ ۽
برائي ڍيرن جي صفائي آهي. ان وات ۾ اسان جون
وکون وڏي ڇڪيون آهن. جيڪي سختيون اسان کي
ڀوڳڻيون هيون، اهي به ڀوڳي چڪا آهيون. هاڻ سوال
آئيندي جو آهي، پر مستقبل جو سوال جڏهن به
سامهون آيو آهي، اسان نه اهوئي ڇيو آ، مستقبل رڳو
اسان جي ملڪيت ناهي.....!؟

ملڪ جي سياسي زندگي جي بچاءُ لاءِ اسان اهو
به ڪيو ته، الڳ الڳ طبقن ۽ خيالن جي اڳوائن تائين
پهتاسين ۽ انهن کي منٿ ڪئي سون ته، ”ملڪ جي
لاءِ هڪ اهڙو آئين ناهيو، جيڪو ملڪ جي سيستي
شين جو نگهبان هجي.“ اهڙي طرح ’آئين ساز ادارو‘
وجود ۾ آيو. ملڪ جي معاشي زندگي جي تحفظ لاءِ

۽ اسان انهن ڏي ڪيو ته، فن جي وڏن ڄاڻن ۽ تجربيڪارن وٽ وياسين ۽ انهن کي منٿ ڪئي سين ته "ملڪ جي آسودگيءَ لاءِ هڪ اهڙو معاشي نظام ڏاهيو، جنهن ۾ ان ڳالهه جي پوري پوري ضمانت هجي ته، هر ماڻهو کي ماني ميسر ٿي سگهي." انهن ڏي "قومي پيداوار جي ڪائونسل" (National production council) ٺهي. اسان جون حدون، جن کان اسين تر ۽ اڳتي نه وڌنداسين، اهي آهن ته، رستي جا هڙئي پٿر ديوارون ۽ رڪاوٽون هٽايون، چاهي اها خدمت اسان کي ڪيتري ئي مهانگي ڇو نه پئي، اهو اسان جو فرض آهي. ملڪ جي مستقبل ۽ هڙني گهرجن جي پوراٽي لاءِ، خدمت ۽ عمل جو دروازو، هر ڏاهي ۽ تجربيڪار ماڻهو لاءِ کليل آهي، اهو فرض انهن جو آهي. ان تي اسان ڪيا هڪ هٿي قائم ڪرڻ نٿا چاهيون. اسان جي مهم جي گهرج صرف اها آهي ته مصر جي مستقبل لاءِ سڀني کي گڏي هڪ ڪريون، هڪ آزاد مصر جي لاءِ- هڪ مضبوط ۽ طاقتور مصر جي لاءِ!

ٽيون ڀيرو وري مان فلسفه انقلاب طرف ٿو اچان، ٽن ڇهن مهينن جي ڏکي وقفي کان پوءِ وري هن موضوع ڏي توجهه پيو ڏيان. اهي ٽي مهينا تيز رفتار واقعن ۽ لڳاتار ڦير گهير سان ڀرپور آهن. انهن ٽن مهينن ۾ مون ڪيترا ڀيرا ڪوشش ڪئي ته جي ٿورو وقت به ملي وڃي ته مان فلسفه انقلاب لاءِ پنهنجا تاثرات لکي وٺان. پر تيزي سان بدلجندڙ حالتن ۽ لڳاتار ٽڪرن تبديلين جي طوفان، منهنجي ارادن کي فضا ۾ ٿي ڇڙوڇڙ ڪري ڇڏيو. انهن طوفانن، تاثرات لکڻ جي ارادي کي ته بيشڪ اوڏي ڇڏيو. پر انهن تاثراتن کي منتشر ڪري نه سگهيا. جيڪي اڃان ڪاغذ تي نه اتاريا هئم. اهي تاثرات منهنجي دل ۽ دماغ ۾ ٿي پئي ڦريا، عمل ۽ رد عمل جي منزل مان پئي گذريا ۽ پنهن تفصيلن ۽ جزن کي سهيڙي رهيا هئا. کوڙي رهيا هئا اهي تفصيل ڪيئن، ته منهنجي حافظي ۾ محفوظ هئا، ڪيئن زماني جي جهوليءَ ۾. انهي ريت صحيح ۽ چٽي تصوير کي اڳيان آڻڻ لاءِ انهن ۾ واڌارو پئي ٿيو. پر اها صحيح ۽ چٽي تصوير ڇا آهي؟ ۽ ڪهڙي آهي؟ جنهن کي هن ڀيري مان اوهان اڳيان آڻڻ ٿو چاهيان ۽ ان جو انهن ڪوششن سان ڪهڙو تعلق آهي، جيڪي

فلسفه، انقلاب بابت، پنهنجي تاثرات پيش ڪرڻ جي سلسلي ۾ مون هن ڪان اڳ، ٻهرين ۽ ٽئي ڀاڱي ۾ ڪيون آهن؟

مون ٻهرين ڀاڱي ۾ اهو ٻڌايو آهي ته انقلاب جو جذبو اسان جي دلين ۾، عام فرد جي حيثيت ۾، ڪهڙي طرح ايرڻ شروع ٿيو. ان ڪان سواءِ پنهنجي قومي تاريخ تي روشني وجهي، نه رڳو انقلاب جي، پر ان انقلاب ۾ ٢٣ جولاءِ جي اهميت به چٽي ڪئي آهي ۽ ٽئي حصي ۾ انهن ڪوششن جو وچور آهي، جيڪي انقلاب جي راهه ۾ ٿينديون رهيون. تنهن ڪان پوءِ ورڻي مون اهو سمجهايو آهي ته نيٺ اسان جي ديس جي تاريخ، اسان لاءِ اهو رستو ڪئين چونديو. هاڻ اسان لاءِ ٻه ئي صورتون وجي رهيون آهن، عبرت منجهان پنهنجي ماضيءَ کي ڏسون يا اميد ڀرين نظرن سان مستقبل کي. اهڙي طرح منهنجو بحث، انهن ٻنهي حصن ۾ "زمان" تي هو ۽ هاڻ مون کي ائين ٿو لڳي ته ان بحث ۾ "مڪان" به مون کان پنهنجو حق پيو گهري. تنهنڪري هن پوري منهنجو عنوان "مڪان" هوندو.

ظاهر آهي ته هتي مون کي "زمان" ۽ "مڪان"

جو اهو منجهيل بحث ڪونهي ڇيڙڻو جيڪو فلسفين
جو خاص موضوع آهي. پر ان ۾ ڪو شڪ ناهي ته
اسان جو ملڪ، بلڪ هي سڄو جهان ۽ سڄي دنيا،
”زمان“ ۽ ”مڪان“ جي گڏيل عمل ۽ رد عمل جو
نتيجو آهي. اهو ته مان چوندو رهيو آهيان ته ديس
جي حالتن کي هوبهو پيش ڪرڻ ۽ ان جو مرض
سڃاڻڻ وقت اسان ”زمان“ جي عنصر کي وساري نه
ٿا سگهون، پر اها ڳالهه به نظر انداز ڪري نٿي سگهجي
ته اسين ”مڪان“ جي عنصر کي ڪيڏي ڇڏيون. ٻين
لفظن ۾ ائين ڪٿي سمجهيو ته: ”اڄ اسين ائين ڪري
نٿا سگهون، ته ڏهين صديءَ ۾ موٽي وڃون ۽ عجب
۾ وجهندڙ، ڪل جوڳا لباس اوڍيون، يا ان دور جي
فڪرن ۽ نظرين ۾ گم رهون، جيڪي اوندهه، جي تهن
۾ وڌيل آهن ۽ جن کي روشني جو ڪو ڪرڻو
ڇهي به نٿو سگهي. اهڙيءَ طرح اسان لاءِ، اهو به
ممڪن ڪونهي ته زندگي ائين گذاريون جئڪ اسين
ڏکڻ قطب جي ”الاسڪا“ علائقي جو حصو يا ”ويڪ
يٽ“ هجون، دنيا ڪان پري، سڀني ڪان ڪٽيل ۽
الڳ. تنهنڪري جهڙي طرح ”زمان“ طرفان سندس
حقيقتون اسان تي لاڳو آهن، اهڙي ريت ”مڪان“

جي طرفان ٻه مقدس حقيقتون، اسان تي عائد ٿين ٿيون. ”زمان جي دنيا“ جو سير ته مان توهان سان گڏ ٻه ڀيرا ڪري چڪو آهيان، اچو ته هن ڀيري پاڻ ”مڪان جي جهان“ جو چڪر ٻه هڻي اچون. پر هن ڳالهه ٻولهه کي اڳتي وڌائڻ کان اڳ، ان ڳالهه تي متفق ٿيڻ ضروري آهي ته، اسان وٽ ”مڪان جون حدون“ ڪيستائين آهن؟ جيڪڏهن ڪو چوي ته ”مڪان“ جي حد اهائي ٿيڻ گهرجي، جيڪا اسان جي ملڪ جون سياسي حدون يا سرحدون آهن ته مون کي ان سان اختلاف آهي. ڳالهه رکو جيڪڏهن اسان جي گادي جي هنڌ يا حڪومت جي سياسي سرحدن تائين ئي محدود هجي ها، ته صورتحال ڏاڍي سولي هئي. اسان پنهنجي ملڪ جا سڀ دروازا بند ڪري، هاٿي جي ڏندن مان ڍال ڪنهن برج ۾ مورچي بند ٿي، پنهنجي وس آهر ڪوشش ڪريون ها ته دنيا کان، دنيا جي الجهن کان، ان جي جنگين ۽ ذميوارين کان الڳ ۽ محفوظ رهون ها، جيڪي اسان جي ملڪ جا دروازا ٽوڙي اندر پيون اچن ۽ چاهي اسان جو ڪو عمل دخل ۽ حصو ان ۾ هجي يا نه، پر اهي اسان کي متاثر ڪنديون رهن ٿيون. بلڪل الڳ ۽ بي تعلق ٿي رهڻ جو زمانو گذري

ڇڪو آهي. اهي ڏينهن گذري ويا جڏهن لوهي ٽارن
جون ديوارون ملڪن جون سرحدون بڻجنديون هيون
۽ هڪ ملڪ کي ٻئي کان ڌار ڪري ڇڏينديون هيون.
هاڻ ته هر ملڪ لاءِ ضروري آهي ته پنهنجي سرحدن
کان ٻاهر جي دنيا تي به نظر ڊوڙائيندو رهي ۽ پوري
طرح باخبر رهي ته اهي لهرون ڪٿان ٿيون اٿن، جيڪي
اسان ۾ پکڙجنديون پيون وڃن ۽ اسان کي متاثر پيون
ڪن. اهو ڄاڻڻ به ضروري آهي ته ٻين ساڻ گڏ زندگي
ڪيئن گذاربي آهي، وغيره... وغيره هاڻ ته هر ملڪ
لاءِ اهو ضروري آهي ته پنهنجي آسپاس جي حالتن تي
نظر رکي ته جيئن دنيا ۾ ٿيندڙ تبديلين ۾ پنهنجو موقف
۽ مقام ڳولي سگهي. اهو ڏسي ته هو پنهنجي ماحول
۽ آس پاس جي دنيا لاءِ ڇا ڪجهه ڪري سگهي ٿو
هن جي زندگي جي ڊوڙ جو ميدان ڪيترو آهي ۽ هن
جي عمل جو ميدان ڪيترائين آهي. اهو هاڪاري
عمل ۽ مثبت ڪردار ڪهڙو آهي، جيڪو هن کي،
ان سڪون کان محروم ۽ پريشان دنيا لاءِ، ادا ڪرڻو
آهي. مون کي جڏهن به پنهنجي مطالعي جي ڪمري
۾ ويهڻ ۽ سوچڻ جو وقت مليو ته ان موضوع تي
پنهنجو فڪر ۽ تاثرات سهيڙيندي سلجهائيندي، مون

پنهنجو پاڻ کان پڇيو ته: ”هن مڪون کان محروم
۽ پريشان دنيا ۾ اسان جو هاڪاري ڪردار نيٺ ڪهڙو
آهي ۽ اهو ڪهڙو ”مڪان“ ۽ جڳهه آهي، جتي اهو
ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ اسان کي اٿو پوندو؟“

مون ملڪي حالتن ۽ واقعن تي نئين سر نظر ڦيرائي
ته چوگرد دائرن جو چار پکڙيل نظر آيو ۽ اسان لاءِ
ان کان سواءِ ٻيو ڪوبه رستو نه آهي ته اهي دائرائي
اسان جي سرگرمين جو مرڪز هجن ۽ اسان پوري
قوت سان پنهنجون سڀ ڪوششون انهن جي اندر ڏي
ڪم آڻيون. تقدير جو ڪوبه عمل اجايو نه ٿيندو آهي
۽ دنيا ۾ ڪابه ڳالهه اوچتو يا اتفاقي طور تي نٿي ٿئي
۽ نه ئي ڪڏهن ڪنهن وجود، نه ڏسڻ ۾ ايندڙ جهان
مان جنم ورتو آهي. دنيا جي نقشي تي هڪ نظر وجهو،
اسان جي نظر اهڙي نااهل ته نٿي ٿي سگهي جو ان
نقشي ۾ اسان کي پنهنجو مقام به نظر نه اچي ۽ اسان
پنهنجي جاگرافيائي اهميت جي بنياد تي پنهنجي ڪردار
جي حيثيت کان واقف نه ٿي سگهون. ڇا اهو ممڪن
آهي ته اسان عرب دنيا جي ان گهيري کي نظر انداز
ڪري ڇڏيون، جيڪو اسان جي چوگرد قائم آهي.
اهو دائرو ايترو قدر اسان جو آهي جيتري قدر اسان ان

ڄا آهيون. اسان جي تاريخ ساڳي ۽ هڪ ٻئي سان ڳنڍيل آهي اسان جا ۽ هن جا مفاد هڪ ٻئي سان ڳنڍيل آهن.... اها حقيقت ۽ اصليت آهي، رڳو زباني ڳالهيون نه. پوءِ ڇا اهو ممڪن آهي ته اسين آفريڪا کنڊ جي وجود کي نظر انداز ڪري ڇڏيون، جنهن ۾ قدرت جي هٿن، اسان کي رکيو آهي ۽ جتي قدرت جي فيصلي مطابق سنڌس ئي مستقبل لاءِ، اڄ هڪ خوفناڪ ڇڪتاڻ جاري آهي- اها ڇڪتاڻ، جنهن کي اسين پسند ڪريون يا نه ڪريون، ان جي نتيجن کان اسان جو متاثر ٿيڻ يقيني ۽ لازمي آهي- ڇا پلا اسان اسلامي دنيا کي نظر انداز ڪري سگهون ٿا. اسلامي دنيا جنهن سان اسين نه رڳو ديني عقيدي ڪري ڳنڍيل آهيون، پر تاريخي حقيقتن به اسان کي پاڻ ۾ ڳنڍي ڇڏيو آهي مون هاڻ عرض ڪيو ته تقدير جو ڪوبه عمل فضول ناهي ٿيندو. ته پوءِ اهو سڀ ڪجهه به ائترو اجايو ناهي ته اسان جو ملڪ ڏکڻ اولهه ايشيا ۾ عرب ملڪن سان گڏ سنڌن ئي پر ۾ آهي. جن جي زندگي، اسان جي زندگيءَ سان ائتري ته مايل جليل آهي جو آساني سان جدا ڪري نٿي سگهجي. اهو به بي معني نه آهي ته اسان جو ملڪ اولهه اوپر آفريڪا ۾ آهي، جتي اڄ

گوري سامراجين ۽ ڪارن ديس واسين جي وچ ۾، ان ذرتيءَ جي وسيع قدرتي دولت خاطر سخت لڙائي شروع آهي. اهو به اجايو نه آهي ته، جڏهن اسلامي تهذيب ۽ اسلامي ورثي تي منگولن ڪاهه ڪئي ۽ ان ڪاهه ۾ اسلام جا سيئي پراڻا گادي جا هنڌ تباهه ٿي ويا ته اسلامي تهذيب، تمدن ۽ اسلامي ورثي پناهه وٺڻ لاءِ مصر ڏي ڏٺي منهن ڪيو ۽ مصر نه رڳو ان جي حفاظت ڪئي، پر "چشمه جابوت" وٽ جوابي حملو ڪري، تاتارين کي پٺتي هٽائي ڇڏيو. اهي سڀ اهڙيون بنيادي حقيقتون آهن، جن جون پاڙون اسان جي زندگيءَ ۾ تمام اونهيون ڦهليل آهن. اسان جيڪڏهن ڪوشش به ڪريون تڏهن به ان کان بچي، نه ڪيڏانهن وڃي ٿا سگهون ۽ نه ئي ان کي وساري ٿا سگهون.

خبر نه آهي ته، ڇو جڏهن به مان پنهنجي ڪمري ۾ ويٺو، پنهنجن فڪرن ۽ سوچن ۾ الجهندو رهندو آهيان، ان وقت مون کي اطالوي شاعر "لوئگي پيرانديلو" جي مشهور ڪهاڻي "ڇهه شخصيتون، اداڪارن جي ڳولا ۾" ياد اچيو وڃي. تاريخ جا صفحا اهڙين ڪردارن جي ڳالهين سان ڀريل آهن، جن پنهنجي لاءِ پاڻ عظيم ڪارناما ۽ ڪردار ناهيا ۽ نازڪ حالتن ۾ انهن کي

توڙ تائين پهچايو. تاريخ جي جهولي اهڙن به ڪيترن ئي ڪارنامن سان ڀريل آهي، جن کي توڙ تائين پهچائڻ لاءِ ڪوبه ڪردار نه مليو. خدا ڄاڻي ته الائي ڇو، مون کي هميشه ائين لڳندو آهي، ته ڄڻ هن علائقي ۾ به جتي اسين رهون ٿا، ڪو عظيم ڪارنامو ڪنهن اهڙي ڪردار جي ڳولا ۾ مصروف آهي، جيڪو هن کي اڀاري ۽ توڙ تائين پهچائي. مون کي سمجهه ۾ نه ايندو آهي، ته اهو خيال مون کي ڇو ٿو اچي ته اهو ڪردار، اهو عظيم ڪم، جيڪو اسان جي هن وسيع ۽ ڦهليل علائقي ۾ ڦٽڪندي خراب ۽ ذليل حالتن ۾، اسان جي سرحدن تي اچي پيو آهي، سو هاڻ اسان کي اشارا پيو ڪري ته اسين ڇرڙ ۾ اچون، ۽ ان ڪردار کي ادا ڪرڻ ۽ توڙ تائين پهچائڻ لاءِ اڳتي وڌون، ڇو ته هاڻ پيو ڪوبه ناهي رهيو جيڪو ان کي ادا ڪري. پر مان اهو ڇتو ڪري ڇڏيان ته اهو ڪردار قيادت جو هرگز ناهي. اهو ڪردار ته انهن سڀني جي عمل ۽ رد عمل جو آهي، جن جي گهرج اها آهي ته اسان جي هن سڄي علائقي جي ذري ذري ۾، جيڪي بي پناهه صلاحيتون سمايل آهن، انهن کي جاڳائي هڪ اهڙي عظيم قوت جي تخليق جو تجربو ڪيو وڃي،

جيڪو نه رکو هن علائقي جو مان مٿاهون ڪري، پر سڄي انسانيت جي مستقبل جي تعمير ۽ جوڙجڪ ۾ به هاڪاري ڪردار ادا ڪري. ان ۾ ڪوبه شڪ نه آهي ته ان سڀني دائرن مان سڀ کان اهم دائرو عرب دنيا جو آهي ۽ اسان سان سڀني کان وڌيڪ ڳنڍيل به اهوئي آهي. اهو دائرو اسان سان تاريخي رشتن ڪري ڳنڍيل آهي. اسان گڏوگڏ مسئلا سٺا آهن، هڪ جهڙن بحرانن کي منهن ڏنو اٿئون ۽ جڏهن فاتحن جي گهوڙن پنهنجن سنبن سان اسان کي لتاڙيو ته اهي به اسان سان گڏئي لتاڙيا هئا. هي دائرو اسان سان ديني رشتن ڪري به ڳنڍيل آهي. ديني علمن جا مرڪز به هن جي گاديءَ جي هنڌن ۾ ئي ڦرندا رهن ٿا. مڪي کان ڪوفي.... ۽ نيٺ قاهرا. وري جاگرافيائي پاڙيسري به انهن سڀني تاريخي، مادي ۽ روحاني سببن کي گڏائي هڪ ڪري، اسان جي ويجهڙائي اجان به وڌائي ڇڏي آهي. جيستائين منهنجي ذات جو تعلق آهي ته ”عربيت“ (عرب قوم پرستي) جو احساس ۽ شعور منهنجي دل ۽ دماغ ۾ ان وقت کان ئي ابرڻ شروع ٿيو هو، جڏهن مان سيڪنڊري اسڪول جو شاگرد هئس ۽ جتي هر سال ٢ ڊسمبر ”اعلان بالفور“ خلاف احتجاج طور اسين ڪلاسن مان

نڪري ايندا هئاسين. اهو "اعلان بالفور" جنهن ذريعي انگلستان قانوني وارثن کان زمين کسي، يهودين کي فلسطين ۾ قومي وطن ناهي ڏنو. ان زماني ۾ منهنجي دل مون کان پڇندي هئي ته تون اهڙي جوش ۽ جذبي سان ڪلاس مان ڇو ٿو نڪري اچين؟ هڪ اهڙي سرزمين لاءِ جنهن کي ڪڏهن ڏٺو به نه اٿئي، تو ۾ ايترو جوش ڇو آهي؟ ته ان وقت منهنجي من ۾ همدردي جا جذبا پيرجي ويندا هئا. پر اها ڳالهه مون کي ان وقت سمجهه ۾ اچڻ لڳي جڏهن مان "ملٽري ڪاليج" ۾ داخل ٿيس ۽ اتي "ڪيڊٽ" جي حيثيت ۾ ان پوري علائقي جي تاريخ ۽ حالتن جو ۽ خاص ڪري فلسطيني حملن جي تاريخ جو مطالعو ڪيم ۽ ڏٺم ته هن صدي ۾ هي علائقو ڪهڙي ريت بکايل درندن جو شڪار ٿي رهيو آهي، جيڪي هن جون بوٽيون پيا پٽين. منهنجي سوچ، سمجهه ۽ شعور ۾ وڌيڪ روشني ان وقت آئي جڏهن مون "اسٽاف ڪاليج" ۾ فلسطيني مهم ۽ بحر روم جي مسئلن جو گهرو اڀياس شروع ڪيو. ان اڀياس مان اهي بنيادي حقيقتون چٽيون ٿي پيون، جيڪي اڳ تنهن ۾ اڪيل هيون. جڏهن فلسطيني بحران شروع ٿيو ته منهنجي دل جي گهراين ۾ اهو يقين پيدا

ٿي چڪو هو تہ فلسطين جي جنگ ڪنهن غير ملڪي سر زمين جي جنگ نہ آهي، ۽ ان ۾ اسان جو حصو وٺڻ رڳو همدرديءَ جي جذبي تحت ناهي، پر اهو اسان جو فرض آهي جيڪو خود پنهنجي بچاءَ ۽ حفاظت لاءِ اسان تي عائد ٿئي ٿو.

مون کي ياد آ تہ جڏهن سيپٽمبر ١٩٤٧ع ۾ فلسطين جي ورهاڱي جو اعلان ٿيو تہ آزاد آفيسرن هڪدم هڪ جلسو ڪوٺايو، جنهن ۾ "فلسطين جي بچاءَ تحريڪ" کي مدد پهچائڻ جو فيصلو ڪيو. ان فيصلان جي پٺيان ڏينهن ٿي مان فلسطين جي مفتي الحاج امين الحسيني" جي گهر ويس، جيڪو ان وقت "زيتون" جي محلي ۾ رهندو هو. مون کيس عرض ڪيو تہ "توهان کي هن جنگ ۾، اڳواڻي ڪرڻ ۽ رضا ڪارن جي ترتيب لاءِ، آفيسرن جي ضرورت هوندي- مصري فوج ۾ ڪيترائي اهڙا آفيسر موجود آهن، جيڪي رضا ڪارانہ پنهنجون خدمتون پيش ڪرڻ لاءِ تيار آهن. هو توهان جي حڪم جا منتظر آهن ۽ توهان جنهن وقت چاهيو، انهن کي گهرائي سگهو ٿا." "الحاج امين الحسيني" ان جذبي جي تعريف ڪئي پر چيائين تہ "مون کي ان سلسلي ۾ ڪجهہ ڪرڻ کان پهريان، مصري حڪومت

ڪان اجازت وٺڻي پوندي ۽ مان حڪومت ڪان اجازت وٺڻ ڪان پوءِ ئي اوهان کي ڪو جواب ڏئي سگهندس.“ ڪجهه ڏينهن ڪان پوءِ وري جڏهن مان وٽس ويس ته مون کي هن ڪان اهوئي جواب مليو، جيڪو حڪومت کيس ڏنو هو يعني انڪار. تنهن هوندي به اسين چپ ٿي نه وينا سين. ڪجهه وقت ڪان پوءِ ”احمدعبدالعزيز“ جو توب خانو ڏکڻ يروشلم ۾ يهودين جي قائم ڪيل نين آبادين تي گولا وسائڻ لڳو. ”ڪمال الدين حسين“ جيڪو آزاد آفيسرن جي قانون ساز مجلس جو ميمبر هو. اها قانون ساز مجلس جيڪا اڄ ”انقلابي اڳواڻن جي مجلس“ جي شڪل ۾ اوهان اڳيان آهي.

هڪ ٻيو لڪل راز به اوهان کي ٻڌائي ڇڏيان، جيڪو انهن ڏينهن ۾ آزاد آفيسرن جو بيحد اهم راز هو. ”حسن ابراهيم“ دمشق وڃي پهتو، اتي پهچي هن ”فوزي قاوقجي“ جي فوجين سان رابطو قائم ڪيو. ”قاوقجي“ انهن ڏينهن ۾ ”عرب لبريشن“ جي فوجن جو ڪمانڊر هو ۽ فلسطين جي اترئين علائقي ۾ هڪ فيصلي ڪن جهڙپ ڪرڻ جي تياري ڪري رهيو هو. ”حسن ابراهيم“ ۽ ”عبداللطيف بغدادي“ هن جهڙپ ۾ ”عرب لبريشن“ جي فوجن کي منزل تائين پهچائڻ لاءِ

هڪ بهترين ۽ ڏکيو نقشو ناهيو. ان نقشي تي عمل ڪرڻ ۾ ڏکيائي اها هئي ته "عرب لبريشن" وٽ هوائي جهاز نه هئا، جيڪي انهن کي جنگ جي ميدان ۾ مدد ڪن ۽ کين ڪاميابي ڏيارين. تنهنڪري هو سوچي رهيا هئا ته جيڪڏهن کين ڪٿان فضائي قوت ملي پوي ته هو يڪ سان محاذ تي ڪاميابي حاصل ڪري وٺندا ۽ فيصلو جلد ٿي ويندو. پر اها فضائي قوت ڪٿان اچي ۽ اهو خواب حقيقت جو روپ ڪيئن وٺي؟ حسن ابراهيم ۽ عبداللطيف بغدادي اهو فيصلو ڪيو ته اها مهم مصري هوائي ٻيڙو انجام ڏيندو. پر ڪيئن؟ مصر ان وقت تائين فلسطيني جهڙپ ۾ شريڪ نه ٿيو هو. مصري فوج ۽ هوائي ٻيڙي جي سخت نگراني ڪئي پئي ويئي. تنهن هوندي به هو جنگ جي ان نقشي مان مايوس نه ٿيا هئا ۽ همٿ نه هاري هئن. هيڏانهن هوائي ٻيڙي جي نڪائي تي پاڻمرادو هڪ عجيب هلچل شروع ٿي ويئي. جهازن جي مرمت ۽ انهن کي ٺيڪ ٺاڪ ڪرڻ جو ڪم زورشور سان ٿيڻ لڳو ۽ هوابازن ۾ به مشقن ڪري، وڌيڪ ترتيب حاصل ڪرڻ جو شوق چوٽ وٺي ويو. پر اصل راز جي رڳو ٿورن ماڻهن کي ئي خبر هئي ته جهازن ۽ پائلٽن جون اهي تياريون

ڪهڙي مقصد لاءِ آهن. فيصلو ٿيو ته ”شام“ کان
حيفا ڏي هنن کي ڪجهه اشارو ملندو، هي سڀئي، ان
مقدس ۽ فيصلي ڪن جهڙپ ۾ پنهنجي پوري قوت
سان حصو وٺڻ لاءِ، ڏسندي ڏسندي فضا ۾ پرواز
ڪندا. پروگرام اهو هو ته، هي چند جهاز اڏامي دمشق
جي ويجهو هڪ اڏي تي وڃي لهندا، اتي ڪجهه ترسندا
۽ ڏسندا ته انهي قدم تي مصر ڪهڙو ردعمل ٿو
ڪري ۽ ڏسندا ته انهي قدم کڻڻ ڪري حالتن
ڪهڙو رخ ورتو آهي؟ ان کان پوءِ حالتن مطابق ڏي
وڌيڪ ڪجهه ڪيو ويندو. بهرحال امڪان ان ڳالهه
جو هو ته انهن سڀني پائلٽن جو ڪورٽ مارشل ٿيندو.
مونکي ياد آهي ته انهن پائلٽن پهريائين ئي اهو سمجهي
ڇڏيو هو ته شايد هو هاڻ ڪي سال پنهنجي وطن جو
منهن ڏسي نه سگهندا. بهرحال جيڪي جذبات هئي آزاد
آفيسرن جا هئا، اهڙائي هوڏانهن ان عظيم مهم ۾ حصو
وٺندڙن جا هئا. ظاهر آهي ته ان خطرناڪ قدم کڻڻ جو
مقصد رڳو ذاتي شوق ۽ همدردي ڏيکارڻ نه هو، پر
اهو اسان جي ان ايمان جو حصو هو ته، ملڪ جي
آخري حد ”رفح“ تائين پوري نئي ٿئي. تنهنڪري اسان
جي پنهنجي سلامتي ۽ بچاءَ ان ۾ آهي ته اسان انهن
پائلٽن جي حدن جي حفاظت ۽ بچاءُ به ڪيون، جن کي

قسمت جو فيصلو ڪرڻ وقت قدرت اسان سان هڪ ڏي علائقي ۾ گڏ مرڻ ۽ جيئڻ لاءِ آڻي رهايو آهي.
اهو نقشو عملي صورت وٺي نه سگهيو. اسان کي "شام" طرفان ڪوبه اشارو نه مليو، جنهن ۾ اسان جون اکيون ڪتل هيون. تنهن ڪانپوءِ حالتن اهڙو رخ اختيار ڪيو جو سيني عرب ملڪن جي باقاعده فوجن کي فلسطين جي ان جهڙپ ۾ مجبورن لهڻو پيو. هتي مان فلسطين جي جنگ جي تفصيل ۾ وڃڻ نٿو چاهيان، اهو هڪ اهڙو بحث آهي جنهن مان وري مختلف شاخون نڪرنديون وينديون. هتي ته مان رڳو انهيءَ سبق جو ذڪر ڪرڻ گهران ٿو، جيڪو فلسطيني جهڙپ مان اسان کي مليو. ان جهڙپ ۾ سڀ عرب قومون هڪئي جذبي سان سرشار، ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي لٿيون هيون انهن سڀني جا احساسات هڪ هئا ۽ پنهنجي سلامتيءَ جي حدن ۽ ان جي اهميت کان به پوري ريت باخبر هئا. وري جلدئي مايوسي جي شديد جذبات سان، انهن سڀني کي اتان نڪرڻو به پيو، ڇو ته ان مان هر قوم پنهنجي پنهنجي ملڪ ۾ به هڪ ئي طرح جي مسئلن سان دوچار هئي. هڪ جهڙيون قوتون انهن سڀني تي مسلط هيون، جن ڪري انهن سڀني کي

شڪست کائڻي پئي. شرم ۽ پشيماني مان سندن ڪنڌ جهڪي ويا هئا.

"عراق المنشيد" جي مورچن ۽ پناهگاهن ۾ ويٺي مان اڪثر دل ۾ اهي ڳالهيون سوچيندو رهندو هئس. مان انهن ڏينهن ۾ ان علائقي ۾ مقرر ٿيل فوج جي ڇهين ڪمپني جو اسٽاف آفيسر به هئس. ان ڪمپني کي ڪڏهن بچاءَ ۾، نه ته گهڻو ڪري اڳتي وڌي دشمن تي حملو ڪرڻو پوندو هو. مان اڪثر آسپاس دشمن جي گولا باريءَ ڪري تباهه ٿيل ڪنبرن ۾ نڪري ويندو هئس. اتي منهنجا خيال مونکي پري پري تائين وٺي ويندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن خيال جي اڏام ۾ مون کي ستارن کان به گهڻو ڏور وٺي ويندي هئي ۽ مان ان بلنديءَ تان هيٺ پنهنجي پوري علائقي تي نظر ڦيرائيندو هئس. سڄو نقشو منهنجي اکين جي اڳيان ايري ايندو هو. هي اها جڳهه آهي جتي اسين مورچن ۾ گهيريل آهيون. هي اسان جي ڪمپني جا مورچا آهن ۽ هو انهن جي ڪمپني جا، جيڪي اسان سان ڪلهي ڪلهي سان ملائي جنگ ۾ گڏ آهن. هو دشمن جون فوجون آهن، جيڪي اسانکي چوطرف کان گهيريو بيٺيون آهن، هيڏانهن هن پار اسان جون بيون

فوجون آهن پر اهي به گهيري ۾ آهن. ننڍي پيماني تي چرپر نه ڪري ٿيون سگهن، پر وسيع پيماني تي ڪو به قدم کڻي نه ٿيون سگهن. هوڏانهن هو گادي، جو هند آهي، جتان اسان کي حڪم ملندا آهن، پر اهو به سياسي حالتن جي گهيري ۾ آهي. انهن حالتن هن کي، ان ڪان به وڌيڪ بيوس ڪري ڇڏيو آهي، جيترو اسان سندس ڪري، هتي "فالوجه" جي مورچن ۾ گهيريل ۽ بيوس آهيون. هو سامهون اسان سان گڏ حصو وٺندڙ سائين جون فوجون آهن. انهن سائين جون، جيڪي هن گڏيل وطن جا رهاڪو آهن ۽ جن کي گڏيل مفاد ۽ گڏيل دفاع جي گهرجن، فلسطين جي سرزمين تي آڻي گڏ ڪيو آهي. هي آهن اسان جي پاڙن جون فوجون، انهن حالتن جي گهيري ۾، جن نه رڳو لشڪرن کي پر خود انهن جي به حڪومت کي گهيري ۾ وٺي ڇڏيو آهي. هي سڀ ڇڙڪ شطرنج جا مهرا هجن، جن جو پنهنجو ڪو به ارادو يا قوت نه آهي، جيستائين ڪنهن ماهر کيڏاري جون آڱريون کين حرڪت ۾ نه آڻين. فوجي لائينن جي پاسي ۾، اسان جون سڀ قومون چالاڪ سازشن جو شڪار نظر پيون اچن. ان گهري سازش جو، جنهن انهن جي نگاهن کان سيبٽي مسئلا ۽ واقعا لڪائي کين اهڙو نه پلايو جو هنن کي

انهن جي وجود جي به خبر نه پئجي سگهي آهي.
ستارن جي بلنديءَ کان جڏهن مان واپس ڌرتي تي
ايندو هئس، ته مون کي احساس ٿيندو هو ته، منهنجي
هي جنگ ته منهنجي پنهنجي گهر ۽ پنهنجي اولاد
جي حفاظت لاءِ بچاءَ جي جنگ آهي.
پوءِ مون کي پنهنجي سپنن جي ڪابه پرواهه نه رهندي
هئي، نه قومن جي، نه حڪومتن جي ۽ نه ئي تاريخ
جي. مون اکيان سڀ ڪا حيثيت نه رکندا هئا. اهو
احساس ان وقت اڃان به وڌيڪ گهرو ٿي ويندو هو،
جڏهن انهن تباهه ٿيل کنڊرن ۾ چڪر ڏيندي، مون کي
اهي ڊنل ۽ هيسيل ٻار ملندا هئا، جن جا گهر تباهه
ٿي چڪا هئا ۽ هو گهيري ۾ ڦاٿل هئا. انهن مان
هڪ ننڍڙي معصوم ڇوڪري مون کي اڄ به ياد آهي،
جيڪا منهنجي ڇوڪري جي ستنَ هئي. هوءَ بک ۽
ٿڌ جي شدت کان بيحال ٿي، مانيءَ ٽڪر يا ڪنهن
ڪپڙي جي ليڙ جي ڳولا ۾ نڪري پئي هئي. چوگرد
خطرو ئي خطرو هو ۽ رکي رکي گوليون وسي
رهيون هيون. مان پنهنجي دل ۾ سوچي رهيو هئس
ته "اهو ئي حال منهنجي ڇوڪري جو به ٿي سگهي
ٿو". مون کي يقين هو ته جيڪي ڪجهه فلسطين ۾

پيو ٿئي، هڪ ڏينهن اهو ئي هن علائقي جي هر شهر، هر ملڪ ۾ ٿي سگهي ٿو، ۽ اهو فڪر تيستائين رهندو، جيستائين هنن ملڪن جو ڪنڌ، انهن قومن اڳيان جيڪي اڄ مٿن مسلط آهن، ائين ئي جهڪيل رهندو.

جڏهن گهيرو تنگ ٿيو ۽ فلسطين جون جهڙپون پوريون ٿيون ته، مان پنهنجي وطن موٽي آيس. پر هاڻ هي سڄو علائقو منهنجي نظرن ۾ ”ڪئمپ“ ۽ هڪ ئي قوت ٻنهي ڇڪو هو. پوءِ جيڪي واقعا رونما ٿيا، انهن منهنجو اهو ويساهه اڃان به پختو ڪري ڇڏيو. جيئن جيئن اڳتي صورتحال بدلبي ويئي، تيئن تيئن مان مٿس غور ڪندو رهيس. مون کي هي سڀ واقعا هڪجهڙي جو پڙاڏو لڳندا هئا. اڄ جيڪو واقعو قاهره ۾ ٿيو، سڀاڻ اهڙو ئي ڪو واقعو دمشق ۾، بيروت ۾، عمان يا بغداد وغيره ۾ ٿيندو. اهي سڀ ڳالهيون منهنجي ان تصوير سان ٺهڪي ٿي آيون جيڪا تجربن منهنجي ذهن ۾ ٺاهي هئي. هڪ علائقو ساڳيا حالات، ساڳيا سبب .... ۽ وري دشمن قوتون به سڀني جون ساڳيون ئي. اها ڳالهه بلڪل چٽي هئي ته انهن سڀني واقعن ۾ سامراج جو ئي هٿ هو. ايتري قدر جو اسرائيل به ان سامراج جي لڳايل زخمن مان هڪ زخم هو. فلسطين

جيڪڏهن برطانوي غلبي ۾ نه اچي ها ته صيهونيت
کي فلسطين ۾ پنهنجو قومي وطن ٺاهڻ جي سوچ ۽
خيال کي، ڪٿان به پذيرائي نه ملي سگهي ها. اها
رٿ چرئي جو خواب بڻجي وڃي ها ۽ ڪڏهن به وجود
۾ نه اچي سگهي ها.

مان پنهنجا تاثرات پيو لکان ۽ منهنجي اڳيان
”حايم وائز مين“ (صدر جمهوريه اسرائيل، بلڪ اسرائيل
جو اصلي باني) جي يادگيرين (Memoirs) تي مشتمل
ڪتاب، ”آزمائش ۽ غلطيون“ (Trail and Errors)
پيو آهي. جنهن جا ڪي ٽڪرا ته خاص طور تي توجهه
ڇڪائيندڙ آهن. ان ڪري جو انهن تي هڪ مخصوص
ڇاپ لڳل آهي. جيئن ڊاڪٽر ”وائزمين“ جا هي جملا:
”اسان لاء اهو ضروري هو ته اسان کي ڪنهن وڏي
ملڪ جي پذيرائي حاصل هجي. دنيا ۾ ٻه ئي ملڪ اهڙا
هئا جيڪي اسان جا مددگار ٿي سگهيا ٿي، جرمني ۽
برطانيه. جرمني غيرجانبدار رهڻ کي ترجيح ڏني، ڇو
ته هن مداخلت ڪرڻ نٿي چاهي، جڏهن ته برطانيه
اسان کي پنهنجي همدردي ۽ سرپرستيءَ سان نوازيو.“
ڊاڪٽر ”وائزمين“ جي هنن جملن به منهنجو توجهه
ڇڪايو ته ”پهرين صيهوني ڪانفرنس، جيڪا اسان

سوئٽزرلينڊ ۾ ڪوٺائي هئي، تنهن ۾ "هرٽزل" سڄي
دنيا جي يهودين اڳيان ٻيهر اهو اعلان ڪري ڇڏيو
ته دنيا جي سڀني حڪومتن مان رڳو برطانيه ئي يهودين
کي ٻين کان الڳ، هڪ مستقل وجود رکندڙ قوم
مڃيو آهي ۽ اسين يهودي انهيءَ اهل آهيون ته اسان
جو وطن ۽ حڪومت هجي. "هرٽزل" برطانيه حڪومت
پاران "لارڊ لٽرسن" جو هڪ خط ٻه پڙهي ٻڌايو،
جنهن جو به اهو ئي مفهوم هو. ان خط ۾ اسان کي
"يوغاندا" جي سرزمين، قومي وطن جي حيثيت ۾ پيش
ڪئي ويئي هئي. ڪانفرنس جي ميمبرن ان آڇ کي
قبول ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. پر پوءِ وري اسان ان
آڇ کي اتي شروعات ۾ ئي ختم ڪري چپ چاپ
پوري ڇڏيو. برطانيه، اسان کي راضي ڪرڻ لاءِ وري
ٻيهر ڪوشش ڪئي. اسان سندس آڇ تي غور ڪرڻ
لاءِ يهودي عالمن جي هڪ ڪميٽي مقرر ڪئي جيڪا
"سينا" جي علائقي ڏسڻ لاءِ مصر وئي. قاهره ۾ "لارڊ
ڪرومر" سان ٻڌ مليا، جنهن قومي وطن جي قيام ۾،
اسان سان گهري همدرديءَ جو اظهار ڪيو. پر جنهن
مقصد لاءِ اسان قومي وطن جي قيام جا گهرجائو هئاسين،
ڪميٽيءَ جي نظر ۾ اهو "سينا" جي علائقي ۾ پورو

نه ٿي سگهيو. ان کان پوءِ جڏهن مان برطانيه جي
وزير خارجه "لارڊ بالفور" سان مليس، ته هن ملندي ئي
مون کان پڇيو "توهان اوغاندا کي پنهنجو قومي وطن
بڻائڻ جي آڇ قبول ڇو نه ڪئي؟" مون چيو: "اهو
صحيح آ ته صيهونيت هڪ سياسي قومي تحريڪ آهي
پر ان جو هڪ روحاني پهلو به آهي، جنهن کي نظرانداز
ڪري نه ٿو سگهجي. جيڪڏهن اسان ان کي نظرانداز
ڪري ڇڏيو ته، مون کي پوري پڪ آ ته اسان جو
سياسي ۽ قومي خواب ڪڏهن به پورو ٿي نه سگهندو."
مون وڌيڪ چيو، "جيڪڏهن توهان کي ڪير چئي ته
لنڊن جي عوض پيرس وٺو ته ڇا توهين اهو قبول
ڪندؤ؟"

منهنجو توجه "ڊاڪٽر وائزمين" جي هنن جملن
به ڇڪايو. "١٩٢١ع جي، خزان جي موسم ۾ مان
هڪ ڀيرو وري لنڊن ويس. ڇو ته فلسطين لاءِ برطانوي
بالادستيءَ جو جيڪو مسودو تيار پئي ٿيو تنهن جي
قانوني نگرانيءَ لاءِ مون کي گهرايو ويو هو. اسين
"سان ريمو ڪانفرنس" ۾ ان بالادستيءَ جي هئڻ تي
متفق ٿي وياسين، پر هاڻ ان مسودي کي اقوام متحده
اڳيان پيش ڪري، اتان باقاعدي مڃتا وٺڻ ضروري

هئي. انهن ڏينهن ۾ "لارڊ ڪرزن" "بلفور" جي
جاءِ تي وزير خارجه ٿيو هو ۽ بالادستيءَ جي مسودي
جي ترتيب انهيءَ جي حوالي ٿي. لنڊن جو مشهور
قانوندان "ابن ڪوهين" به اسان سان گڏ هو. اهو
"ابن ڪوهين" جنهن قانوني دستاويز مرتب ڪندڙ
ماهرن ۾ سڄي دنيا ۾ مٿاهون درجو رکندو هو. ان کان
سواءِ "لارڊ ڪرزن" جو سيڪريٽري "ايرڪ فوربس
ايڊيم" به اسان جي حمايت ڪري رهيو هو. اسان ۽
"ڪرزن" جي وچ ۾ رڳو هڪ ئي ڳالهه تي اختلاف
ٿيو، پهريون ۽ آخري اختلاف. اسان مسودي ۾ هڪ
اهڙي شق رکي هئي، جنهن وسيلي اسان برطانيه کي
"بلفور واعدي" جو پابند ڪرڻ ٿي چاهيو ته جيئن
فلسطين ۾ ان جي پاليسي، يهودي وطن جي بنياد تي
قائم رهي. اسان مسودي ۾ لکيو هو ته، "۽ فلسطين
تي يهودين جا تاريخي حق تسليم ڪندي...." پر
"ڪرزن" جو چوڻ هو ته جملي جي لفظن ۾ ڪجهه
ڦيرگهير ڪجي، متان اهو جملو پڙهي عرب جوش ۾
نه اچي وڃن. هن جو چوڻ هو ته جملو هيئن ٿيڻ
گهرجي، "۽ فلسطين سان يهودين جا تاريخي
تعلقات ۽ وابستگيءَ کي تسليم ڪندي...."

دل ۾ ٿي چاهي تہ "ڊاڪٽر واٽزمين" جي ڪتاب "آزمائش ۽ غلطيون" جا ٽڪرا اهڙي ريت هڪ ٻئي پٺيان لکندو وڃان. انهيءَ ڳالهہ جي ڪنهن کي خبر ناهي تہ ماضي جا اهي ئي واقعا، فلسطين کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري سندس وجود مٽائي ڇڏڻ جا سبب بڻيا.

هتي مان اها ڳالهہ هڪ ڀيرو وري ورجائيندس تہ اصل ۾ سڀ کان وڏي قوت ۽ مصيبت، جنهن هن سڄي علائقي کي ڏسڻ ۾ نہ ايندڙ پر هاچيڪار ظالماڻي گهيري ۾ وڪوڙي ڇڏيو آهي، اهو آهي سامراج. سامراج جو اهو گهيرو، ان گهيري کان بہ سؤ ڀيرا وڌيڪ آهي، جنهن "فالوجہ" ۾اسان جي مورچن ۽ سڄي فوج کي ۽ گاديءَ جي هنڌ ۾ اسان جي حڪومتن کي جڪڙي ڇڏيو هو. جڏهن اهي سڀ حقيقتون مون تي چٽيون ٿيون تہ، منهنجي دل ۾ هڪ گڏيل ۽ متحد محاذ جي ضرورت جـو احساس پيدا ٿيو. مون پنهنجو پاڻ کي چيو تہ جڏهن هي علائقو هڪ آهي، هن جون حالتون هڪ، مسئلا هڪ، مستقبل هڪ ... ۽ دشمن بہ هڪ ئي ـــ چاهي اهو ڪهڙا بہ ويس مٽائي، تہ پوءِ اسان جي جدوجهد ۾ هي انتشار ۽ اختلاف ڇو؟

٢٣ جولائي جي انقلاب ڪانپوءِ جي تجربن، منهنجو

اهو ويساهه، اڃان به پڪو ڪري ڇڏيو ته هڪ گڏيل محاذ، وقت جي سڀ کان وڏي ضرورت آهي. ان ڪانپوءِ تصوير جا سڀ ڌنڌلا عڪس چٽا ٿيڻ لڳا ۽ ڇانيل ڌنڌ هٽڻ لڳو. مڃانٿو ته، ان سان گڏ ئي مون کي اهي رڪاوٽون ۽ وڏا وڏا ڏکر نظر اچڻ لڳا، جيڪي ان گڏيل محاذ جي راهه ۾ مائل هئا. پر مون کي پڪ آهي ته اهي سڀ رڪاوٽون به ختم ٿي سگهن ٿيون، ڇو ته اهي سڀ ان گڏيل دشمن جون ئي پيدا ڪيل آهن. ان کان پوءِ ئي مون سياسي رابطن جو هڪ سلسلو شروع ڪيو. مون ان گڏيل محاذ کي هر حال ۾ قائم ڪرڻ ٿي چاهيو، چاهي ان لاءِ مون کي ڪهڙا به وسيلا ڪم آڻڻا پون. مهينن جي ڊڪ ڊوڙ ڪانپوءِ مان ان نتيجي تي پهتس ته، اسان جي رستي جون بنيادي رڪاوٽون رڳو "شڪ شبها" ئي آهن. ظاهر آهي ته شڪ شبهن جا اهي ڪنڊا، اسان جي دلين ۾ ان گڏيل دشمن جا ئي پوکيل هئا، ته جيئن ڪڏهن به اسين گڏجي هڪ ٿي نه سگهون. ڪجهه ڏينهن جي ڳالهه آهي ته مان هڪ عرب سياستدان سان مليس. ڳالهه ٻولهه وقت سندس هڪ دوست پڻ موجود هو. مان ڳالهيون ڪرڻ لڳس ۽ هو منهنجي ڳالهين جا جواب ڏيڻ لڳا.

پر حالت اها هئي ته هن جڏهن منهنجي جواب ۾ ڪا
ڳالهه نه ڪئي ته بجاءِ ان جي ته هو اهو ڏسي ته
مون تي ان ڳالهه جو ڪهڙو اثر ٿيو آهي ۽ مڙئي
منهنجي دوست ڏانهن ٿي ڏٺائين ته سندس ڳالهه مٿس
ڪهڙو اثر ڇڏيو آهي. نيٺ مون کي چوڻو پيو ته
"توهان جي دل ۾ جيڪڏهن ڪي شڪ آهن ته انهن
تي قابو پائڻ جي ڪوشش ڪيو ۽ جيڪي ڪجهه
اوهان جي دل ۾ آهي، اهو صاف صاف مون کي چئي
ڏيو ۽ ڳالهيون ڪرڻ وقت مون ڏي، منهنجي اکين
ڏي ڏسندا ڪريو."

ان جو اهو مطلب ڪونهي ته مان انهن رڪاوٽن
کي بلڪل معمولي ٿو سمجهان، جيڪي اسان جي
گڏيل محاذ جي راهه ۾ حائل آهن. ڪي رڪاوٽون
ته واقعي ڏاڍيون منجهيل آهن ۽ انهن جون پاڙون،
اسان جي ماحول ۽ قوم جي تاريخي ۽ جاگرافيائي حالتن
۾ تمام اونهيون هليون ويون آهن. پر ان هوندي به
مون کي يقين آهي ته، جيڪڏهن غفلت ۽ لاپرواهي
بجاءِ، ٿوري به دوراانديشي کان ڪم ورتو وڃي ته اهو
مرڪزي نقطو وجود ۾ آڻي سگهجي ٿو، جنهن تي
سڀ، سواءِ ڪنهن هڪ جي گڏيل محاذ تي، آماڻي

سان گڏ ٿي ويندا. مون کي ان ۾ ذرو به شڪ ناهي
ته جڏهن اسان جو هي گڏيل محاذ قائم ٿي وڃي
ته اهي سڀ آسون ۽ اميدون پوريون ٿي سگهن ٿيون،
جيڪي اسان جي دلين ۾ آهن. اهو ته مان شايد هميشه
چوندو رهندس ته اسين ڏاڍا مضبوط آهيون، پر ڏک
اهو آهي ته اسان کي پنهنجي قوت جو ذرو به احساس
ڪونهي. اسين قوت جي هميشه غلط معنيٰ ڪيندا
آهيون. قوت جو مفهوم اهو نه آهي ته اوهان ڪيتري
وڏي آواز ۽ گوڙ ڪري سگهو ٿا. اصل قوت اها آهي
ته توهان ڪو هاڪاري عمل، ان جي مڪمل گهرجن
سان پوري ڪرڻ جي صلاحيت رکو ٿا يا نه. مان
جڏهن پنهنجي قومي قوت جي مختلف جزن جو تجزيو
ڪندو آهيان ته مون کي ٽي اهم قوتون نظر اينديون
آهن، جيڪي مان پڌائڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهان،
چو ته اهي ٽي مکيه ۽ اهم قوتون آهن. پهرين قوت
اها آهي ته اسين مختلف قومن جو هڪ اهڙو مجموعو
آهيون، جن کي مادي ۽ روحاني لاڳاپن پاڻ ۾ ڳنڍيو
ڇڏيو آهي. اهڙيون قومون، جن جون پنهنجون پنهنجون
خاصيتون، مزاج ۽ تهذيبون آهن. جن جي جهوليءَ مان
ٽي مقدس آسماني دين پيدا ٿيا. دنيا کي هڪ پائدار

امن ۽ سلامتيءَ جو گهوارو بڻائڻ جي ڪوشش ۾ انهن
کي ڪڏهن به نظرانداز ڪري نه ٿو سگهجي. هي
قوت اسان جي هن علائقي جي دنيا جي نقشي ۾ بيهڪ
آهي. هي علائقو جنگي لحاظ کان اهم آهي ۽ اسين
هن کي دنيا جو چوواٽو چئي سگهون ٿا. هي نهايت
اهم واپاري ۽ فوجي لنگهه پڻ آهي. باقي رهي ٽئين
قوت، سا اها آهي پيٽرول. تمدن جي اها شهه رڳ
جنهن کان سواءِ انهن جا سڀ ڪلون ۽ پرزا بيڪار
آهن. ان کان سواءِ نه ئي اهي ڪارخانا ٿا هلي سگهن،
جتي قسمين قسمين شيون تيار ٿيون ٿين، نه ئي بحري
۽ هوائي وسيلا باقي رهي ٿا سگهن ۽ نه ئي جنگي
سامان سندن ڪنهن ڪم اچي ٿا سگهن. سندن هوائي
جهاز، جيڪي ڪڪرن کي چهندا وتن، سندن آبدوز
ٻيڙيون جيڪي لهرن هيٺان لڪيو پيون گهمن،
پيٽرول کان سواءِ انهن سڀني جي حيثيت لوهه جي
چند ٽڪرن کان وڌيڪ نه رهندي، چند زنگ لڳل
لوهي ٽڪر، چرپر کان محروم ۽ بيجان. پيٽرول جو
ذڪر نڪتو آ، ته دل ٿي چاهي ان سلسلي ۾ اڃان
به وڌيڪ ڪجهه ڳالهايان، ڇو ته اڄوڪي دنيا ۾
پيٽرول کي هڪ ڀرپور مادي قوت تسليم ڪيو ويو

آهي. تنهنڪري ان جو وجود اسان جي ملڪي قوت ۾ تمام گهڻي اهميت حاصل ڪري سگهي ٿو.

ويجهڙ ۾ شڪاگو يونيورسٽيءَ طرفان ڇپايل هڪ رسالو منهنجي نظر مان گذريو، جنهن ۾ پيٽرول جي جي عالمي صورتحال تي تفصيل سان بحث ڪيو ويو آهي. ڪاش! اسان جي قوم جو هڪ هڪ فرد اهو رسالو پڙهي ۽ ان جي مفهوم ۽ معنيٰ تي غور ڪري ۽ پوءِ انهن انگن اکرن جي پس منظر ۾ جيڪي راز لڪل آهن، انهن کي سمجهڻ ۽ محسوس ڪرڻ جي ڪوشش ڪري. مثال طور ان رسالي ۾ ٻڌايو ويو آهي ته، عرب ملڪن ۾ زمين مان پيٽرول ڪڍڻ لاءِ تمام گهٽ سرمايي جي ضرورت پوي ٿي. ڪولمبيا جي تيل جي ڪمپنين ١٩١٦ع کان ١٩٣٦ع تائين ست ملين ڊالر خرچ ڪيا پر هڪ ڦڙو به پيٽرول نه نڪري سگهيو. وينزويلا ۾ انهن ٽي ڪمپنين چوٽيتاليهه ملين ڊالر خرچ ڪيا، پر پندرهن سالن ۾ پيٽرول نه مليو. وري ”ولنديزي جزائر هند“ ۾ انهن ڪمپنين اوڻيتاليهه ملين ڊالر خرچ ڪيا ۽ هاڻ وڃي تيل نڪتو آهي. ان سڄي بحث جي پڇاڙيءَ تي رسالي لکيو آهي ته ”آمريڪا ۾ هڪ بيرل پيٽرول ڪڍڻ تي ٤٨ سينٽ

۽ ڏکڻ آمريڪا ۾ هڪ بيرل تي ۴۳ سينٽ خرچ ٿو اچي، جڏهن ته عرب ملڪن ۾ هڪ بيرل تيل صرف ۱۰ سينٽ ۾ ٿو نڪري. تنهنڪري هاڻ پيٽرول ڪڍڻ جو مرڪز، آمريڪا مان منتقل ٿي، عرب دنيا ۾ اچي پهتو آهي. ڇو ته آمريڪا جا کوهه سکي رهيا آهن، زمينن جون قيمتون وڌن پيون ۽ مزوري به تيزي سان وڌي رهي آهي. جڏهن ته عرب ملڪن جي تيل جا ذخيرا اڃا تازا آهن، انهن کي ته اڃا ڪڏهن هٿ به نه لاتو هو. هتي زمينن جي ڪا خاص قيمت ڪانهي ۽ مزدور، گهرج کان به گهٽ اجوري تي راضي ٿيو وڃن. اهو به ثابت ٿي چڪو آهي ته، دنيا جو اڌ حصو محفوظ (Reserve) پيٽرول رکيو عرب ملڪن جي سرزمين ۾ لڪل آهي ۽ باقي اڌ آمريڪا، روس ۽ منطقهٔ ڪريبيه وغيره جي ملڪن ۾ ورهايل ۽ ۽ ٽڙيل پکڙيل آهي. اڄڪلهه هڪ کوهه مان روزانو سراسري طرح هيٺين مقدارن ۾ تيل نڪري رهيو آهي.

| | |
|---|---|
| آمريڪا ۾ | يارنهن بيرل |
| وينزويلا ۾ | ٻه سئو ٽيهه بيرل، |
| عرب ملڪن ۾ | چار هزار بيرل. |

مون کي پڪ آهي ته مان قوت جي هن اهم جز جي حيثيت کي پوري طرح چٽي ڪرڻ ۾ ناڪام ناهيان رهيو ۽ اوهان سمجهي ويا هوندؤ ته اسين ڪيترا نه مضبوط آهيون، ان مفهوم ۾ نه ته رڙيون، دانهون ۽ ڪوڪون ڪيون، هل مچايون ۽ پنهنجي حق لاءِ ٻين اڳيان صدائون هڻندا وتون. اسان جي قوت جو مفهوم اهو آهي ته سنجيدگيءَ سان ويهي سوچيون. پنڊول جي مٿين انگن اکرن کي اڳيان رکي، پنهنجي ان قـوت جي اهميت جو اندازو لڳايون، قوت جو حقيقي مطلب سمجهون ۽ هڪ ٻئي سان اهڙا پڪا ڳانڍاپا جوڙيون جو اسانجي سر زمين هڪ علاقائي وحدت بنجي پوي. اهڙي وحدت جنهن جو ڪو "جز" پنهنجي "ڪل" کان جدا ڪري نه سگهجي ۽ نه ئـي ڪو "جز" ڪنهن ٻيءَ وانگر، ٻين "جزن" کان الڳ ۽ لا تعلق رهي، پنهنجو پاڻ کي محفوظ رکي سگهي ٿو. مان چٽي چڪو آهيان ته اسان جي سرگرمين جا ٽي دائرا آهن. مٿيون سڀ ڳالهيون پهرئين دائري جون هيون. اسين مجبور آهيون ته ان دائري اندر رهي ئي ڪجهه ڪيون ۽ پوريءَ قوت سان سرگرمي وجون ۽ اهو دائرو آهي عرب قومپرستيءَ جو.

هاڻ اچو ٻئي دائري ڏانهن، اهو آهي آفريڪي

دائرو، جنهن لاءِ مسان وڏاءُ کان سواءِ، اهو چئي ٿو
سگهان ته اسين جيڪڏهن چاهيون ته به ان خوفائتي ۽
خونريز چڪتاڻ کان الڳ ٿي نه ٿا سگهون، جيڪا
آفريڪا ۾ پنج ميلين. گورن ۽ ٻه سؤ ميلين آفريڪين
وچ ۾ شروع آهي، ڇو ته اسين پاڻ آفريڪي آهيون
۽ آفريڪا وارن جون نظرون اسان ۾ کتل آهن. ان
کري جو ان کنڊ جي اترئين دروازي جا رکوالا ۽
ٻاهرينءَ دنيا سان سندس لاڳاپن جو ذريعو اسين ئي
آهيون. تنهنڪري اسين ڪنهن به حال ۾ ان ذميواريءَ
کان الڳ نه ٿا ٿي سگهون، جيڪا آفريڪا جي غيرآباد
علائقن ۽ اونداهن ٻيلن تائين تهذيب ۽ تمدن جي روشني
پکيڙڻ ۾ سندن مدد ڪرڻ آهي. ان کان سواءِ هڪ
وڏو سبب اهو به آهي ته نيل درياهه، جيڪو اسان جي
ديس جي دل آهي، تنهن کي پاڻي به آفريڪا جي
سيني مان ئي ملي ٿو، اهو به هڪ سبب آهي ته
سوڊان ـــ اسان جو پيارو ڀاءُ، جنهن جون سرحدون وچ
آفريڪا تائين پکڙيل آهن ۽ ان جي سيني حساس ۽
سجاڳ علائقن سان سندس لاڳاپا آهن. مان اها ڳالهه
وري به ورجائيندس ته، اڄ آفريڪا هڪ عجيب جذباتي
انقلابي چڪتاڻ جو مرڪز بڻيل آهي. اهي گورا،

جيڪي ڪيترين ئي يورپي حڪومتن جا ترجمان آهن، هڪ ڀيرو وري آفريڪا جي نقشي کي ورهائڻ جي ڪوشش پيا ڪن. تنهنڪري جيڪي ڪجهه آفريڪا ۾ ٿئي پيو، تنهن کي اسين خاموش تماشائي بڻجي نٿا ڏسي سگهون. اهڙين حالتن ۾ اهو سوچڻ به نه ٿو سگهجي ته انهن مسئلن سان اسان جو ڪو به واسطو نه آهي يا انهيءَ جو اسان تي ڪو به اثر نه پوندو. مان ته ان ڏينهن جو سپنو پيو ڏسان، جڏهن قاهره ۾ هڪ عظيم آفريڪي ادارو جدوجهد ۾ رڌل هوندو، جنهن جي محنت ۽ ڪوشش سان، آفريڪا جا پوئتي پيل علائقا ۽ سندس قدرتي صلاحيتون ظاهر ٿي پونديون ۽ اسان ۾ هڪ روشن آفريڪي احساس ۽ شعور پيدا ٿي پوندو. اهو ادارو، دنيا جي ٻين دوست ملڪن جي تعاون ۽ مدد سان، هن کنڊ جي ترقيءَ ۽ واڌاري لاءِ ڪم ڪندو.

باقي رهيو ٽيون دائرو — هي اهو دائرو آهي، جنهن جي جهوليءَ ۾ کنڊ ۽ سمنڊ سڀ سمايل آهن. هن دائري ۾ اسان جا اهي سڀئي ديني ڀائر اچي ٿا وڃن، جيڪي دنيا جي ڪنهن به علائقي ۾ هجن. هن سڄ هيٺ هڪ ئي ڪعبي ڏانهن، اسان سان گڏجي

جهڪن ٽا ۽ سنڌن چپن تي اهي ئي عاجزيءَ واريون دعائون آهن، جيڪي اسان جي چپن تي آهن. جڏهن مان سعودي عرب جي بادشاهه جي وفات وقت سعودي عرب ويو هئس ته اتي پهچي، ان هاڪاري قوت ۽ سنڌس اهميت ۽ حدن جي ڦهلاءَ تي منهنجو ويساهه اڃا به پختو ٿي ويو هو، جيڪو دنيا جي مسلمانن ۾ اسلامي رشتي جي بنياد تي وجود ۾ اچي سگهي ٿو. مان خدا جي گهر آڏو بيٺو هئس ۽ منهنجون سوچون دنيا جي انهن سڀني علائقن ۽ پري پري تائين پکڙيل حصن ۾ طواف ڪري رهيون رهيون، جتي جتي اسلام پهتو آهي. مون دل ۾ سوچيو: ”حج بابت اسان جي سوچ ۽ نظرئي ۾ تبديلي اچڻ گهرجي. حج جو اهو مقصد هرگز نه هئڻ گهرجي ته ’جنت ۾ داخل ٿيڻ جو پاسپورٽ‘ يا ’عياشيءَ جي زندگي گذارڻ کان پوءِ، ڇوٽڪاري حاصل ڪرڻ جي معصوم ڪوشش‘. هئڻ ته ائين گهرجي ته حج هڪ عظيم سياسي قوت بنجي پوي. اهڙي قوت، جو سڄي دنيا جون اخبارون، ان ميڙ جون خبرون حاصل ڪرڻ لاءِ، ڇرين جيان پهچي وڃن. ان ڪري نه ته حج جي رسمن ۽ مقدس جڳهن جون تصويرون، پنهنجي پڙهندڙن جي تفريح لاءِ ڪين،

پر ان لاءِ تہ حج هڪ اهڙو سياسي ميڙ هجي، جنهن سڀني اسلامي ملڪن جا اڳواڻ، فلاسافر، ڏاها، اسڪالر، ليڪڪ، انڊسٽريلسٽ، واپاري ۽ انهن ملڪن جا نوجوان، سڀ انهيءَ مقصد سان اچي گڏ ٿين تہ هو پنهنجي هن اسلامي دنيا جي پارليامينٽ ۾، پنهنجي ملڪن جي سياست ۽ هڪٻئي جي امداد ۽ سهڪار لاءِ ڪا وسيع پاليسي ترتيب ڏين ۽ پوءِ هر سال ان ميڙ جي موقعي تي، ان جو جائزو وٺن. هتي انهن سڀني جي گڏجاڻي جتي ذهناڻيءَ ۽ نوڙت سان ٿيندي، اتي سخت بہ هوندي. لالچ کان پاڪ ۽ ڪم ڪرڻ جي جوش سان ڀرپور. پنهنجي رب جي بارگاهہ ۾ عاجز ۽ هيٺا، پر پنهنجي مشڪلاتن مسئلن ۽ دشمنن جي لاءِ حد درجي جا سخت. اڳتي جهان ۽ هتين زندگيءَ جا گهرجائو، پر گڏوگڏ ان يقين ۾ پختا تہ: 'هن سڄ هيڻان بہ سندن ڪا حيثيت آهي ۽ ان حيثيت جو حق انهن کي، هن دنيا جي زندگيءَ ۾ چڪائڻو آهي.''

مون کي ياد آهي تہ مون پنهنجن انهن جذبن ۽ احساسن جو ڪجهہ اظهار ''شاهہ سعود'' اڳيان بہ ڪيو هو. هن منهنجون ڳالهيون ٻڌي چيو هو تہ، ''بيشڪ حج جي حقيقت بہ اهائي آهي'' ۽ واقعي

ان کان سواءِ ٻي ڪا حقيقت منهنجي تہ تصور ۾ ئي ناهي. جڏهن منهنجو خيال انڊونيشيا جي اٺ ڪروڙ، چين جي پنج ڪروڙ، ملايا، سيام ۽ برما جي ڪيتري ڪروڙ، پاڪستان جي ڏهہ ڪروڙ، وچ اوڀر جي ڏهن ڪروڙن کان ڪجهہ مٿي، روس جي چار ڪروڙ ۽ ان کان سواءِ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکڙيل لکين ڪروڙين مسلمانن ڏانهن وڃي ٿو ۽ مان اهو سوچيان ٿو تہ اهي سڀئي، ايمان جي ساڳي ئي رشتي ۾ ڳنڍيل آهن، تہ مون کي ان زبردست قوت ۽ صلاحيت جو شدت سان احساس ٿيندو آهي، جنهن جو، انهن سڀني مسلمانن جي گڏيل ڀائيچاري ۽ تعاون سان، وجود ۾ اچڻ ناممڪن ڪونهي. انهن جو اهو اتحاد، جيتوڻيڪ پنهنجي پنهنجي ملڪ سان قدرتي وفادارين جي حدن کان اڳتي وڌي نہ سگهندو، پر ان هوندي بہ، اهو خود انهن جي سڀني ديني ڀائرن لاءِ هڪ اڻ ڳڻي قوت مهيا ڪري ڏيندو.

مان اوهان کي چئي چڪو آهيان تہ اڄ ڪو ڪردار، ڪو ڪارنامو، ڏاڍي بيچينيءَ سان، ان سورمي جي واٽ پيو نهاري، جيڪو اچي ان کي ادا ڪري. هي دؤر، پنهنجي ابراهيم جي ڳولا ۾ آهي. تہ هي اهو

دؤر، اهو ڪارنامو ۽ اهو ئي ڪردار هو، جو مون اوهان اڳيان پيش ڪيو. هي رڳو انهيءَ ڳالهه جو خاڪو هو، ۽ ان ئي ڪردار جو اسٽيج هو، جنهن جي مون هيتري تفصيل سان ڳالهه ڪئي.

پر جيڪڏهن "مڪان" ۽ "ماحول" جي گهرج ٿي ڏسجي ته، اهي اسين ئي آهيون جيڪي ان ڪارنامي، ان ڪردار کي آخر تائين پهچائڻ لاءِ اٿي سگهون ٿا ۽ اڳتي وڌي سگهون ٿا.